بسم الله الرحمٰن الرحيم

# آخر اوهان ڇا ھيو چاھيو ٿا؟

عزت، شهرت، برڪت، رحمت، مغفرت، روحانيت
غمن کان نجات، پريشانين کان ڇوٽڪارو ۽ دشمن جي بربادي
الغرض معاشري جي هر مقهور ۽ مجبور ماڻھوءَ جي مونجهارن جو حل.




پير طريقت رهبرِ شريعت حضرت پير محمد ڪرم الله مدني قادري نقشبندي

المعروف دلبر سائين مدظله العالي

خانقاهِ عاليه فضل آباد شريف، ماتلي.

بسم الله الرحمن الرحيم

# آخر اوهان چاهيو ڇا ٿا؟

عزت، شهرت، برڪت، رحمت، مغفرت، روحانيت

غمن کان نجات، پريشانين کان ڇوٽڪارو ۽ دشمن جي برائي

اَلغرض هنن شرين ۾ هر قهر ۽ غيبي واهو جي هو جهار تي جو جان.




پير طريقت رهبر شريعت حضرت پير محمد ڪرم الله مدني قادري نقشبندي

المعروف **دلبر سائين** مد ظله العالي

خانقاهِ عاليه فضل آباد شريف ماتلي.

بسم اللہ الرحمٰن الرحيم




| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | آخر اوهان ڇاهيو ڇا ٿا ؟ |
| تاليف | : | پير طريقت رهبر شريعت<br>حضرت پير محمد ڪرم الله (مدني قادري نقشبندي)<br>المعروف "دلبر سائين" مدظله العالي<br>درگاهه فضل آباد ماتلي، ضلع بدين |
| ڇاپو پهريون | : | شوال 1439هه |
| ڇاپو ٻيو | : | ذوالقعد 1439هه |
| ڇاپو ٽيون | : | محرم الحرام 1440هه |
| ڇاپو چوٿون | : | رجب المرجب 1440هه |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| ڇپائيندڙ | : | فقير احسان ڪرمي "مجاهد"<br>03003671729 |
| هديه | : | 100/= روپيه |


## اهم اعلان

حضرت پير دلبر سائين جي جملي تصانيف، تقريرون اوهان انٽرنيٽ تي پڻ پڙهي سگهو ٿا، ڏسي سگهو ٿا، ٻڌي سگهو ٿا. ويب سائيٽ هي ۽ آهي. www.peerdilbar.com

**آگاهي**

جامعہ مدينة العلم جا ڇپايل جملي ڪتاب، بذريعه وي پي گهرائڻ لاءِ يا روبرو اچي حاصل ڪرڻ لاءِ رابطو ڪندا.

فقير محمد نواز مجذوب: 0301-3461005

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# فهرست مضامين


| نمبر شمار | عنوان | صفحو نمبر |
|---|---|---|
| ٠ | پيارا پائرو | 7 |
| 1 | ڇا اوهان دنيا آخرت جون سڀ ڀلايون چاهيو ٿا؟ | 9 |
| 2 | ڇا اوهان برڪت چاهيو ٿا؟ | 14 |
| 3 | الله جو گهر برڪتن وارو آهي | 15 |
| 4 | الله جو ڪتاب برڪتن وارو آهي | 15 |
| 5 | الله برڪتن جا در کولڻ وارو آهي | 15 |
| 6 | الله جي نالي مان برڪتون | 16 |
| 7 | ڪاروبار ۾ برڪت | 17 |
| 8 | اناج ۾ برڪت جو نسخو | 19 |
| 9 | اناج جي برڪت جو ٻيو نسخو | 20 |
| 10 | مانيءَ ۾ برڪت ڪيئن پوندي؟ | 21 |
| 11 | مانيءَ ۾ برڪت جو ٽيون نسخو | 22 |
| 12 | ڪاميابيءَ ۽ برڪت جو بهترين طريقو | 23 |
| 13 | پيسن ۾ برڪت جو نسخو | 24 |
| 14 | واپار ۾ برڪت جو نبوي نسخو | 26 |
| 15 | برڪت جو آسماني نسخو | 26 |
| 16 | ٻارن جون برڪتون | 28 |

| | | |
|---|---|---|
| 17 | الله وارن جي دعائن جون برڪتون | 29 |
| 18 | ڇا اوهان ڪيس ۾ فتح چاهيو ٿا؟ | 30 |
| 19 | برڪت جي حڪمت | 33 |
| 20 | ٽي برڪت ڀريون شيون | 34 |
| 21 | برڪت کان محرومي جو سبب | 35 |
| 22 | ڇا اوهان دشمن جي بربادي چاهيو ٿا؟ | 35 |
| 23 | ڇا اوهان ڪو عرض اگهائڻ چاهيو ٿا ؟ | 37 |
| 24 | ڇا اوهان تنگي مان آساني چاهيو ٿا؟ | 38 |
| 25 | ڇا اوهان غمن مان ڇوٽڪارو چاهيو ٿا؟ | 38 |
| 26 | ڇا اوهان اتان روزي چاهيو ٿا جتي اوهان جو وهم ۽ گمان نه هجي؟ | 38 |
| 27 | ڇا اوهان گناهن جي معافي چاهيو ٿا؟ | 39 |
| 28 | ڇا اوهان پنهنجي عمر وڌائڻ چاهيو ٿا؟ | 40 |
| 29 | ڇا اوهان بُري موت کان بچڻ چاهيو ٿا؟ | 40 |
| 30 | ڇا اوهان مشڪل گهڙي جي هر دعا قبول ڪرائڻ چاهيو ٿا ؟ | 43 |
| 31 | ڇا اوهان عزت چاهيو ٿا؟ | 44 |
| 32 | ڇا اوهان جو پير ننڊ پئجي ويو آهي؟ | 47 |
| 33 | ڇا ڪو آفيسر اوهان جو ڪم نه ٿو ڪري؟ | 48 |
| 34 | ڇا اوهان ڪنهن فوتي جو حال ڏسڻ چاهيو ٿا؟ | 51 |
| 35 | ڇا والدين جي وفات بعد انهن سان نيڪي ڪرڻ چاهيو ٿا؟ | 52 |
| 36 | ڇا اوهان دنيا آخرت جي خير و برڪت چاهيو ٿا؟ | 54 |
| 37 | ڇا اوهان خير برڪت ۽ دشمن کان نجات چاهيو ٿا؟ | 55 |
| 38 | ڇا اوهان هر مقصد ۾ ڪاميابي چاهيو ٿا؟ | 57 |

| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| 39 | چا اوهان عزت چاهيو ٿا؟ | 59 |
| 40 | چا اوهان صحت چاهيو ٿا؟ | 60 |
| 41 | چا اوهان دولت چاهيو ٿا؟ | 61 |
| 42 | چا اوهان رزق جي ڪشادگي چاهيو ٿا؟ | 62 |
| 43 | چا اوهان چاهيو ٿا ته شيطان ويجهو نه اچي؟ | 64 |
| 44 | چا اوهان ايذائيندڙ شين کان بچڻ چاهيو ٿا؟ | 64 |
| 45 | چا اوهان فطرت جو موت چاهيو ٿا؟ | 66 |
| 46 | چا اوهان براين جي پاڙ پٽڻ چاهيو ٿا؟ | 66 |
| 47 | چا اوهان سگريٽ پيئندا آهيو؟ | 72 |
| 48 | چا اوهان کي ڪُنجي گهرجي؟ | 76 |
| 49 | چا اوهان کي برائي قبول آهي يا ڀلائي؟ | 78 |
| 50 | چا اوهان پاڪيزه زندگي چاهيو ٿا؟ | 79 |
| 51 | چا اوهان ٽريفڪ ۾ ڦاسي پيا آهيو؟ | 79 |
| 52 | چا اوهان نياڻي جي شادي ڪرائڻ چاهيو ٿا؟ | 80 |
| 53 | چا اوهان کي جنت ۾ حبيب ڪريم ﷺ جو پاڙو کپي | 81 |
| 54 | چا اوهان نبي ڪريم ﷺ جو ديدار چاهيو ٿا؟ | 82 |
| 55 | چا اوهان جهنگ ۾ رستو ڀلجي ويا آهيو؟ | 82 |
| 56 | چا اوهان جو حافظو ڪمزور آهي؟ | 82 |
| 57 | چا اوهان شگر جي بيماري کان نجات چاهيو ٿا؟ | 82 |
| 58 | چا اوهان جي نظر ڪمزور آهي؟ | 82 |
| 59 | چا اوهان چانس چاهيو ٿا؟ | 83 |
| 60 | چا اوهان ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ چاهيو ٿا؟ | 83 |

| | | |
|---|---|---|
| 61 | چا اوهان کي بک لڳي آهي؟ | 84 |
| 62 | چا اوهان کي سنڌن ۾ سور آهي؟ | 84 |
| 63 | چا اوهان وڏين بيمارين کان بچڻ چاهيو ٿا؟ | 84 |
| 64 | چا اوهان آفتن کان محفوظ رهڻ چاهيو ٿا؟ | 85 |
| 65 | چا اوهان عملن جا شاهوڪار بنجڻ چاهيو ٿا؟ | 86 |
| 66 | چا اوهان کي دشمنن تنگ ڪيو آهي؟ | 87 |
| 67 | چا اوهان گناهن جي معافي چاهيو ٿا؟ | 88 |
| 68 | معافي جو ٻيون رستو | 89 |
| 69 | معافي جو ٽيون رستو | 90 |
| 70 | چا اوهان کي معلوم آهي تہ اسمِ اعظم ڪهڙو آهي؟ | 90 |
| 71 | چا اوهان جو وزن وڌي ويو آهي؟ | 91 |
| 72 | چا اوهان چاهيو ٿا تہ اوهان جي دعا رد نہ ٿئي؟ | 92 |
| 73 | چا اوهان ڪو سٺو خواب ڏٺو آهي؟ | 92 |
| 74 | چا اوهان ڪو برو خواب ڏٺو آهي؟ | 92 |
| 75 | چا اوهان کي ڪنهن سان عشق ٿي ويو آهي؟ | 93 |
| 76 | چا اوهان کي دردن جي دوا گهرجي؟ | 93 |
| 77 | چا اوهان خيرات ڪرڻ چاهيو ٿا؟ | 94 |
| 78 | چا اوهان جنت چاهيو ٿا؟ | 97 |
| 79 | چا اوهان ڪنهن کي دوست بنائڻ چاهيو ٿا؟ | 98 |
| 80 | چا اوهان سلامتي چاهيو ٿا؟ | 100 |
| 81 | چا اوهان ڪاميابي چاهيو ٿا؟ | 100 |
| 82 | چا اوهان کي زمين ۽ آسمان جون ڪنجيون کپن؟ | 102 |

| نمبر | عنوان | صفحو |
| --- | --- | --- |
| 83 | چا اوهان دل جي نرمي چاهيو ٿا؟ | 104 |
| 84 | چا اوهان حورن جا گهوٽ بڻجڻ چاهيو ٿا؟ | 106 |
| 85 | چا اوهان الله جي نگاهِ ڪرم چاهيو ٿا؟ | 107 |
| 86 | چا اوهان ستر هزار ملائڪن جون دعائون چاهيو ٿا؟ | 107 |
| 87 | چا اوهان قرض ادا ڪرڻ چاهيو ٿا؟ | 108 |
| 88 | چا اوهان نبي ڪريم ﷺ جي شفاعت چاهيو ٿا؟ | 109 |
| 89 | چا اوهان ڪبيرن گناهن جي بخشش چاهيو ٿا؟ | 110 |
| 90 | چا اوهان کي تڙپون ٿا؟ | 111 |
| 91 | چا اوهان ننڊ ۾ ڊڄو ٿا؟ | 111 |
| 92 | چا اوهان جهنم جي باهه کان بچڻ چاهيو ٿا؟ | 111 |
| 93 | چا اوهان حاجات جو حل چاهيو ٿا؟ | 112 |
| 94 | چا اوهان گناهن کان پاڪ بڻجڻ چاهيو ٿا؟ | 113 |
| 95 | چا اوهان کي هٿيار گهرجي؟ | 114 |
| 96 | پيو هٿيار | 116 |
| 97 | چا اوهان کي روشني کپي؟ | 116 |
| 98 | چا اوهان شادي ڪرڻ چاهيو ٿا؟ | 118 |
| 99 | چا اوهان بهترين دوست بڻجڻ چاهيو ٿا؟ | 119 |
| 100 | چا اوهان بهترين انسان بڻجڻ چاهيو ٿا؟ | 119 |
| 101 | چا اوهان جنتي بڻجڻ چاهيو ٿا؟ | 120 |
| 102 | چا اوهان هر نقصان کان بچڻ چاهيو ٿا؟ | 120 |
| 103 | چا چاهيو ٿا ته الله اوهان کي خوش ڪري؟ | 121 |
| 104 | چا چاهيو ٿا ته اڌوريون عنايتون مڪمل ٿين؟ | 121 |

| | | |
|---|---|---|
| 105 | ڇا اوهان معاملن جو حل چاهيو ٿا؟ | 122 |
| 106 | ڇا اوهان غمن گوندرن کان نجات چاهيو ٿا؟ | 123 |
| 107 | ڇا اوهان غيبي مدد چاهيو ٿا؟ | 124 |
| 108 | ڇا اوهان غم غلط ڪرڻ چاهيو ٿا؟ | 126 |
| 109 | ڇا اوهان روزي جي ڪشادگي گهرو ٿا؟ | 127 |
| 110 | ڇا اوهان بري موت کان بچڻ چاهيو ٿا؟ | 127 |
| 111 | ڇا اوهان هر مرض جو علاج چاهيو ٿا؟ | 128 |




اَلۡحَمۡدُلِلّٰہِ وَحۡدَہٗ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی مَنۡ لَّا نَبِیَّ بَعۡدَہٗ اَمَّا بَعۡدُ

**پيارا پڙهندڙو!** اوهان جي زندگي ۾ اوهان کي هزارين خواهشون ۽ تمنائون، چِنتائون ۽ چاهتون هونديون آهن. اوهان پنهنجي ارادن جي حاصلات ۾ سر توڙ ڪوششون ڪيو ٿا. پنهنجون صلاحيتون صرف ڪيو ٿا. پر اڪثر اوهان جا ارمان اڌورا رهجي وڃن ٿا. اے بسا آرزو خاک شده

ڪيتريون تمنائون ڏوڙ ۾ ملي وڃن ٿيون.

ڪيتريون خواهشون دل جو دل ۾ رهجي وڃن ٿيون.

ڪيترا ارمان اڌورا رهجي وڃن ٿا. ڪيتريون چاهتون زماني جي مصلحتن جي ور چڙهي وڃن ٿيون. آخر ڇو؟ اوهان جون ڪوششون ڪامياب ڇو نہ ٿيون ٿين؟ اوهان جون حاجتون ۽ ضرورتون، تمنائون ۽ چاهتون ڇو نہ ٿيون پوريون ٿين؟ اوهان جون محنتون رنگ ڇو نہ ٿيون لائن؟ اوهان پنهنجي من جي مراد ڇو نہ ٿا ماڻي سگهو! ڪنهن جي پسند جو پرڻو نہ ٿيو. ڪنهن کي من پسند مائي (زال) نہ ملي. ڪو امتحان ۾ ڪامياب ڪو نہ ٿي سگهيو. ڪو روزي جي تنگي ۾ رڙندي عمر وهائي ويو. ڪو عزت ڪاڻ سڪندي سڪندي زماني ۾ ذليل ٿي ويو. ڪو ڪاروبار ۾ ڪاميابي ماڻي نہ سگهيو.

ڪنهن ڪي ڪروڙن جو ڪاروبار هجڻ جي باوجود سڪون ناهي سُرور ناهي. الغرض هن دور ۾ هر ماڻهو پريشان آهي حيران آهي سرگردان آهي. آخر انهن پريشانين جو ڪو علاج يا اُپاءُ به ڪو هوندو!!

**پيارو!** اوهان لاءِ قرآن ۽ حديث مان بزرگانِ اسلام جي اعمال ۽ تجربات مان هي هڪ گلدستو پيش ڪجي ٿو جنهن تي عمل ڪرڻ سان اوهان جون دلي تمنائون پوريون ٿينديون. اوهان جون خواهشون ۽ چاهتون جيئن: عزت، دولت، برڪت، جنت، صحت، شفاعت، مغفرت، محبت، راحت، چاهت، ولايت، الله جي رضا، نبي ﷺ جي عطا، گناهن جو ڪفارو وغيره نصيب ٿيندو.

تہ پوءِ هن ڪتاب جي هر هر صفحي بلڪ هر هر سٽ کي غور ۽ فڪر سان پڙهو. هي اڻ مُلها هيرا لال جواهر آهن، جيڪي اوهانؔ اڳيان پيش ڪيا اٿم. اميد تہ اوهان ضرور قدر ڪندا. هن ڪتاب مان خود نفعو وٺندا ۽ پنهنجي دوستن احبابن، عزيزن قريبن مان بہ جيڪو پريشان آهي ان تائين بہ هي ڪتاب پهچائيندا. الله اوهان کي ان جو اجر عطا ڪندو. هن ڪتاب جي هر دعا ۽ هر نسخي جي منهنجي پاران اوهان سڀني کي دلي اجازت آهي. شال سدائين سرها رهو. دعاگو:

محمد ڪرم الله مدني

3 رمضان المبارڪ 1439 هہ مدينہ منورہ.

## ڇا اوهان دنيا آخرت جون سڀ ڀلايون چاهيو ٿا؟

دنيا جون ۽ آخرت جون، ظاهر جون ۽ باطن جون اگر ڪل ڀلايون چاهيو ٿا تہ الله جو گهڻو ذڪر ڪيو. الله جي ذڪر جا بيشمار فائدا آهن. قرآن ۽ حديث منجهان ۽ بزرگانِ دين جي اقوال منجهان ڪجهہ ضروري فوائد پيش ڪجن ٿا.

1. الله جو ذڪر شيطان کي تڙائي ٿو.
2. الله جو ذڪر رحمان کي راضي ڪري ٿو.
3. دل تان ڏک ۽ غم لاهي ٿو.
4. دل ۾ فرحت ۽ سرور پيدا ڪري ٿو.
5. دل کي ۽ بدن کي مضبوط ڪري ٿو.
6. چهري ۽ دل کي نوراني بڻائي ٿو.
7. رزق ۾ برڪت آڻي ٿو.
8. چهري ۾ وقار ۽ هيبت پيدا ڪري ٿو.
9. منهن ۾ حلاوت ۽ ترو تازگي پيدا ڪري ٿو.
10. الله جي ذڪر سان الله جي محبت نصيب ٿئي ٿي.
11. الله ڏي موٽڻ ۽ الله جو قرب نصيب ٿئي ٿو.
12. معرفتِ الاهي جا دروازا کولي ٿو.
13. ذڪر ڪرڻ واري سان رسول الله ﷺ راضي ٿين ٿا.
14. ان کي فرشتن جي معيت ۽ مصاحبت نصيب ٿئي ٿي.
15. ذڪر واري جو ذڪر الله پاڻ ڪري ٿو.

جيئن قرآن ۾ آيو آهي: فَاذْكُرُوْنِيْٓ اَذْكُرْكُمْ (البقرة 152)

سو اوهان مون کي ياد ڪيو تہ آءُ اوهان کي ياد ڪيان.

16. الله جو ذڪر دل کي زندھ ڪري ٿو.

17. اهڙي فرحت ملائي ٿو جيئن مڇي کي درياھ ۾ راحت اچي ٿي.

18. الله جو ذڪر قلب ۽ روح جي قوت آهي.

19. الله جو ذڪر اطمئنان قلب نصيب ڪري ٿو.

جيئن الله فرمايو آهي:

اَلَا بِذِكْرِ اللّٰهِ تَطْمَىِٕنُّ الْقُلُوْبُ (الرعد 28)

خبردار الله جي ذڪر سان دليون اطمينان حاصل ڪن ٿيون.

20. الله جو ذڪر قلب جون ڪٽون لاهي ٿو.

21. ڏوهہ ڏنگايون خطائون معاف ڪري ٿو.

22. درجا بلند ڪري ٿو.

23. ٻانهي ۽ رب جي وچ ۾ تعلق مضبوط بڻائي ٿو.

24. وحشتون ۽ حسرتون ميٽائي ٿو.

25. شدتون ۽ مصيبتون ٽاري ٿو.

26. جڏهن ٻانهو ڪشادگي وقت الله جو ذڪر ڪري تہ تنگي وقت الله ان جون تنگيون لاهي ڇڏي ٿو.

27. الله جي عذاب کان بچائي ٿو.

28. دل ۾ سڪينت ۽ فرحت نازل ڪري ٿو.

29. الله جي رحمت وسائي ٿو.

30. ذڪر واري کي الله جا ملائڪ گهيري وٺن ٿا.

31. الله جو ذڪر گهڻن زباني گناهن کان بچائي ٿو. جيئن غيبت، چغلخوري، ڪوڙ، بد گوئي، بدڪلامي وغيره.

32. ذڪر جي مجلسن ۾ الله جا ملائڪ حاضر ٿين ٿا.

33. ذڪر بخت وارو بنائي ٿو.

34. قيامت جي ڏينهن جي حسرت کان بچائي ٿو.

35. اگر ذڪر ڪندي اکيون آليون ٿي پون ته قيامت جي ڏهاڙي عرش الاهي جو سايو نصيب ٿيندو.

36. ذڪر الاهي وارن کي اهي انعام ملن ٿا جيڪي گهرڻ وارن کي به نٿا ملن.

37. ذڪر افضل ۽ آسان عبادت آهي.

38. ذڪر وارو جنت ۾ باغ پوکي رهيو آهي.

39. ذڪر سان جيڪي عطائون ۽ سخائون نصيب ٿين ٿيون سي ٻئي ڪنهن عمل ذريعي نه ٿيون ملن.

40. الله جو ذڪر هميشه ڪرڻ امن ۽ امان جي ضمانت آهي.

41. ذڪر دنيا ۾ نور، آخرت جو سرور ۽ پلصراط جو ٽپڻ ۽ قيامت ڏهاڙي جي آساني آهي.

42. ذڪر واري کي خير خيراتن کان وڌيڪ اجر ملي ٿو.

43. ذِڪر شُڪر جو مُنڍ آهي.

44. الله وٽ سڀ کان ڀلا ٻانها اهي آهي جيڪي گهڻو ذڪر ڪرڻ وارا آهن.

45. ذڪر دل جي سختي لاهي ٿو، دل کي نرم بنائي ٿو.

46. ذڪر دل جي دوا مرضن جي شفا آهي.

47. ذڪر غفلت کان بچائي ٿو.

48. ذڪر الله جي نعمتن جو حقدار بنائي ٿو.

49. ذڪر ڪرڻ واري تي الله ۽ ان جا ملائڪ صلاة موڪلن ٿا.

50. ذڪر وارو جنت جي باغن جو حقدار آهي.

51. نماز به الله جي ذڪر جو ذريعو آهي.

52. سڀ کان ڀلي مشغولي الله جو ذڪر ڪرڻ آهي.

53. ذڪر مالي ۽ جسماني عبادتن کان افضل عبادت آهي.

54. ذڪر ٻين عبادتن لاءِ مددگار آهي.

55. ذڪر مشڪلاتون آسان ڪري ٿو.

56. ذڪر اهنجاين کي سهنجاين ۾ بدلائي ٿو.

57. ذڪر سختين کي نرمين ۾ مٽائي ٿو.

58. ذڪر دنيا آخرت جي خوف خطرن کان بچائي ٿو.

59. ذڪر واري لاءِ جنت ۾ جايون جُڙي رهيون آهن.

60. ذڪر جهنم ۽ ٻانهي جي وچ ۾ پردو آهي.

61. ذڪر واري لاءِ الله جا ملائڪ استغفار پڙهن ٿا.

62. جبل ۽ پهاڙ بہ ذڪر واري کي ڏسي خوشي جو اظهار ڪن ٿا.

63. ذڪر منافقت کان بچائي ٿو.

64. ذڪر سبب دعائون قبول ٿين ٿيون.

65. ذڪر وارو الله جي عذابن کان، عقابن کان، خوف ۽ خطرن کان محفوظ ٿي وڃي ٿو.

66. ذڪر زبان سان ۽ دل سان گڏيل ڪرڻ سان قلب ۽ باطن منور ٿي وڃي ٿو.

قرآن جي تلاوت ۽ تسبيح، تهليل ۽ ثنا ۽ دعائون گهرڻ اهي بہ ذڪر ۾ شامل آهن. لاالہ الاالله جو ورد ڪرڻ اهو بہ ذڪر آهي. اسم الجلالة "الله، الله الله الله الله" پڙهڻ اهو سڀ ذڪرن جو سردار آهي. گهٽ ۾ گهٽ يارهن سو ڀيرا روزانو پڙهو. پوءِ ويهي ان جي فائدا ڏسو.

## ڇا اوهان برڪت چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ پڌو برڪتون سڀ الله جي هٿ ۾ آهن. اهو ئي برڪتن جو خالق آهي ۽ برڪتن جو مالڪ آهي. اهو جنهن کي جيتري ۽ جهڙي برڪت عطا ڪري اها ان جي هٿ وس آهي.

تَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ.

الله برڪتن وارو آهي جيڪو جهانن جو پروردگار آهي.

فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخٰلِقِيْنَ ؕ

سو الله برڪت وارو آهي (جو) سڀني کان سٺو خلقڻهار آهي.

تَبٰرَكَ الَّذِیْ نَزَّلَ الْفُرْقَانَ عَلٰی عَبْدِهٖ لِیَكُوْنَ لِلْعٰلَمِیْنَ نَذِیْرَا

اهو وڏي برڪت وارو آهي جنهن (حق ۽ باطل ۾) فرق ڪرڻ وارو (قرآن) پنهنجي ٻانهي (محمد ڪريم ﷺ) تي نازل ڪيو هن لاءِ تہ سڀ جهانن لاءِ ڊيڄاريندڙ بڻجي.

وَ تَبٰرَكَ الَّذِیْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ وَ مَا بَیْنَهُمَا ۚ

۽ وڏي برڪتن واري اُها ذات آهي جنهن جي بادشاهت آسمانن ۽ زمين ۾ ۽ جيڪي ڪجهہ انهن ٻنهين جي وچ ۾ (هر جاءِ تي) آهي.

اَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَ الْاَمْرُ ؕ تَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِیْنَ.

خبردار! پيدا ڪرڻ ۽ حڪم هلائڻ ان جو ئي ڪم آهي. الله برڪتن وارو آهي جيڪو جهانن جو پروردگار آهي.

تَبٰرَكَ الَّذِیْ بِیَدِهِ الْمُلْكُ ؗ وَ هُوَ عَلٰی كُلِّ شَیْءٍ قَدِیْرُ.

وڏي برڪت وارو آهي اُهو (الله) جنهن جي هٿ ۾ بادشاهي آهي ۽ اُهو هر شيءِ تي سگهه رکڻ وارو آهي.

## الله جو گهر برڪتن وارو آهي:

إِنَّ أَوَّلَ بَيْتٍ وُّضِعَ لِلنَّاسِ لَلَّذِي بِبَكَّةَ مُبٰرَكًا وَّ هُدًى لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٦﴾

بيشڪ سڀ کان پهريون گهر جيڪو ماڻهن لاءِ (الله جي عبادت) واسطي جوڙيو ويو سو اهو ئي آهي جيڪو مڪي ۾ آهي جو برڪتن وارو آهي ۽ جهانن لاءِ هدايت آهي.

## الله جو ڪتاب برڪتن وارو آهي:

وَهٰذَا كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ مُبٰرَكٌ.

۽ هي هڪ ڪتاب آهي جنهن کي اسان نازل ڪيو آهي جيڪو برڪتن وارو آهي.

وَهٰذَا ذِكْرٌ مُّبٰرَكٌ اَنْزَلْنٰهُ ؕ اَفَاَنْتُمْ لَهٗ مُنْكِرُوْنَ ۠

۽ هي (قرآن) برڪت وارو ذڪر آهي جنهن کي اسان نازل ڪيو آهي. ڇا پوءِ اوهان ان جا انڪاري آهيو؟

## الله برڪتن جا در کولڻ وارو آهي:

وَلَوْ اَنَّ اَهْلَ الْقُرٰٓى اٰمَنُوْا وَ اتَّقَوْا لَفَتَحْنَا عَلَيْهِمْ بَرَكٰتٍ مِّنَ السَّمَآءِ وَ الْاَرْضِ وَلٰكِنْ كَذَّبُوْا فَاَخَذْنٰهُمْ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ

۽ جيڪڏهن ڳوٺن وارا ايمان آڻن ها ۽ ڊڄن ها تہ اسان انهن تي آسمان ۽ زمين جون برڪتون کوليون ها ۽ پر انهن (نبين کي)

ڪوڙو چيو پوءِ اسان انهن کي پڪڙيو انهن عملن سبب جيڪي اهي ڪندا هئا.

هنن آيتن مان پڌرو ٿيو ته برڪتن جو مالڪ الله آهي. اهو ئي پنهنجي ٻانهن کي برڪتن جا ڀاڱا عطا ڪندو آهي. سو اگر ڪنهن کي برڪت گهرجي ته اهو الله کان ان جي گهُر ڪري ۽ اهڙا ڪم ڪري جن جي ذريعي الله برڪتن جي حاصل ٿيڻ جو وعدو فرمايو آهي. يا اهڙا ڪم جن جي ڪرڻ سان برڪتن حاصل ٿيڻ جو ان جي نبي ڪريم ﷺ اشارو ڏنو آهي. اهڙن ڪمن جي نشاندهي ڪجي ٿي جن جي ڪرڻ سان انشاءِ الله برڪتون نصيب ٿينديون.

## الله جي نالي مان برڪتون:

الله جو نالو برڪتن جو خزانو آهي. رب ڪريم فرمايو ته:

تَبٰرَكَ اسْمُ رَبِّكَ ذِی الْجَلٰلِ وَ الْاِکْرَامِ

تنهنجي پالڻهار جو نالو وڏي برڪت وارو آهي جيڪو عظمت ۽ بزرگي وارو آهي.

الله جي هر اسم ۾ بي پناهه برڪتون ۽ رحمتون آهن اگر ڪو اهي برڪتون حاصل ڪري چاهي ٿو ته ان کي گهرجي ته الله جي پاڪ نالن جو گهڻو ورد ڪري. خصوصًا اسم ذات اسم الجلالة "الله" جو.

ان جي بهترين صورت "بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ" پڙهڻ آهي. اگر ڪنهن به ڪم جي آغاز ۾ بسم الله پڙهي وڃي ته ان ڪم ۾ برڪت ٿئي ٿي، نحوست نڪري وڃي ٿي. اهو ڪم خير سان ڀرپور ۽ شر کان دور ٿئي ٿو. الله جي نالي جي برڪت سان آولا ڪم به سولا ٿين ٿا. سنن ابوداؤد ۾ آهي ته صحابه ڪرام نبي ڪريم ﷺ کي عرض ڪيو ته اسان کائون ٿا پر ڍؤ نه ٿو ٿئي پاڻ فرمايائون شايد اوهان جدا جدا کائو ٿا. عرض ڪيائون هائو. پاڻ فرمايائون :

فَاجۡتَمِعُوا عَلَى طَعَامِكُمۡ وَاذۡكُرُوا اسۡمَ اللّٰهِ عَلَيۡهِ يُبَارَكۡ لَكُمۡ فِيهِ.[1]

پوءِ طعام تي گڏجي ويهي کائو ۽ ان تي الله جو نالو وٺو ته ان ۾ اوهان لاءِ برڪت ڪئي ويندي.

## ڪاروبار ۾ برڪت:

هن امت جي صبحن ۾ برڪت نازل ڪئي وئي آهي. صبح جي وقت ڪم ڪار جي شروعات ڪرڻ، برڪت جي نشاني آهي. دڪان صبح جو کوليو، شين جي خريداري، شين جو وڪرو صبح جو ڪيو، هر ڦار، رونبو لابارو، ڳاهه، ٻنائي وغيره جو آغاز صبحن جي وقتن ۾ ڪندا ڪيو. ان طرح اوهان جي ڪاروبار ۾ برڪت ئي برڪت پوندي. صبح جي وقت ننڊ نه ڪيو.

---

[1] سنن أبي داود (3/406)

چو تہ صبح جي نڊ نياڳ جي نشاني آهي. سُنن ابن ماجہ ۾ سيدنا صَخر الغامدي ﷺ کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ دعا گهري هئي تہ :

اَللّٰهُمَّ بَارِكْ لِأُمَّتِي فِي بُكُورِهَا

اي الله منهنجي امت لاءِ انهن جي صبحن ۾ برڪت وجهہ.

ساڳيو اصحابي بيان ٿو ڪري تہ :

وَكَانَ إِذَا بَعَثَ سَرِيَّةً أَوْ جَيْشًا بَعَثَهُمْ فِي أَوَّلِ النَّهَارِ

رسول ڪريم ﷺ جڏهن ڪا جنگي جماعت يا ڪو لشڪر روانو ڪندا هئا تہ ڏينهن جي پهرين حصي ۾ روانو ڪندا هئا.

وَكَانَ صَخْرٌ رَجُلًا تَاجِرًا وَكَانَ يَبْعَثُ تِجَارَتَهُ مِنْ أَوَّلِ النَّهَارِ فَأَثْرَى [1] وَكَثُرَ مَالُهُ. [2]

ان حديث جو راوي اصحابي سڳورو صَخر بِن وَدَاعَہ غَامِدِي ﷺ پاڻ تاجر انسان هيو، پنهنجو مالِ تجارت صبح جي وقت موڪليندو هيو تانجو پاڻ صاحبِ ثروت بنجي ويو ۽ سندس مال تمام گهڻو ٿي ويو.

---

[1] (فَأَثْرَى) أَيْ صَارَ ذَا ثَرْوَةٍ بِسَبَبِ مُرَاعَاةِ السُّنَّةِ. وَإِجَابَةُ هَذَا الدُّعَاءِ مِنْهُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ كَذَا فِي اللُّمَعَاتِ تحفة الأحوذي (3/305)

[2] سنن أبي داود (2/340)

چو تہ صبح جي وقت ڪاروبار ڪرڻ وارن کي حبيب ڪريم ﷺ
برڪت جي دعا ڏني آهي ۽ سندن دعا پڪاپڪ مقبول ۽ منظور
آهي. سو جيڪو ماڻهو صبح جي وقت ڪمن جو آغاز ڪري ان
جي روزي رزق ۾ برڪت پوي ٿي. ڪاروبار ۾ ڪشادگي ٿئي
ٿي. جنهن بہ مهم تي ماڻهو صبح جي وقت نڪري اها مهم
ڪامياب ٿئي ٿي.

افسوس صد افسوس! اسان جي ماڻهن جو دستور الٽو ٿي
ويو آهي. اهي صبح جي وقت ننڊ ڪن ٿا. جيڪو روزي جي
تقسيم ٿيڻ جو وقت آهي. رات جي وقت ڪاروبار ڪن ٿا جيڪو
آرام جو وقت آهي. ان ڪري اهي روزي جي برڪت کان بہ
محروم آهن تہ سڪون ۽ آرام کان بہ محروم آهن. اسان جي
ملڪ جون بازارون صبح جي وقت بند هجن ٿيون منجهند بعد
کلن ٿيون ۽ رات جو دير تائين کليل رهن ٿيون. اهو ئي سبب
آهي جو اڄ جا واپاري برڪتن کان خالي آهن. انهن جا ڪاروبار
انهن جي لاءِ پريشانين جو سبب آهن.

## اناج ۾ برڪت جو نسخو:

سال جو اناج يا مهيني يا هفتي جو اناج گهر ۾ وٺي رکو تہ اهو
توري رکو. اهو رکڻ توڪل جي خلاف نہ آهي بلڪ سنت جي
موافق آهي. ان سان اوهان جي اناج ۾ برڪت پوندي.

صحيح بخاري ۾ سيدنا مِقدام بن معدي ڪَرِبَ رضي الله عنه کان ۽ سُنَن ابن ماجہ ۾ سيدنا عبدالله بن بُسر رضي الله عنه کان روايت آهي چيائون رسولِ اڪرم ﷺ فرمايو تہ :

ڪِيلُوا طَعَامَكُمْ يُبَارَكْ لَكُمْ.[1]

پنهنجو ڪاڏو توري (مَئي) رکو تہ ان ۾ اوهان لاءِ برڪت ڪئي ويندي.

## اناج جي برڪت جو ٻيو نسخو:

واپار يا وکري واري جنس ۾ ملاوٽ نہ ڪيو. پر جيڪا گهر ۾ ڪاڏي لاءِ ڪڻڪ رکو تا ان ۾ ٿورا جَوَ ملائي رکو تہ اوهان جي لاءِ ان ۾ برڪت پوندي. سنن ابن ماجہ ۾ سيدنا صهيب رضي الله عنه کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ فرمايو تہ :

ثَلاَثٌ فِيهِنَّ الْبَرَكَةُ ، الْبَيْعُ إِلَىٰ أَجَلٍ ، وَالْمُقَارَضَةُ ، وَأَخْلاَطُ الْبُرِّ بِالشَّعِيرِ ، لِلْبَيْتِ لاَ لِلْبَيْعِ.[2]

ٽي شيون آهن جن ۾ برڪت آهي.

1. مدي وارو واپار (بيع سلم)
2. سامان تي سامان وٽاڻ. (يا قرض ڏيڻ)

---

[1] صحيح البخاري (3/88) سنن ابن ماجة (3/341) مسند أحمد بن حنبل (4/131)

[2] سنن ابن ماجة (3/390) وَالسُّيُوطِيّ نَقَلَهُ بِالْعَيْنِ وَفَسَّرَهُ بِبَيْعِ الْعَرْض بِالْعَرْضِ وَقَالَ هُوَ لِكَوْنِ الْمَتَاع بِالْمَتَاعِ لَا نَقْد فِيهِ. حاشية السندي على ابن ماجه (4/493)

3. ڪٽڪ ۾ جَوَ ملائڻ گهر لاءِ، نہ ڪہ واپار لاءِ.

هن حديث مطابق قرض ڏيڻ بہ باعثِ برڪت آهي. جيڪو محتاجن ۽ ضرورتمندن کي قرض ڏيندو ان جي رزق ۾ برڪت ڪئي ويندي. ٻيو اگر گهر جي ڪاڌي جو اناج سال لاءِ رکو ٿا تہ ڪٽڪ ۾ هڪ بہ لپ جَوَن جي ملائي رکو تہ ان اناج ۾ برڪت پوندي. ان ڳالھ کي اسان خود آزمايو آهي. اناج ڪُتي نہ ٿو بلڪ بچي پوي ٿو.

## ماني ۾ برڪت ڪيئن پوندي؟

عام طرح ماڻهو ماني جو وچون نرم حصو کائيندا آهن پر ڪَنا جيڪي ڪجھ سخت هوندا آهي سي ڇڏي ڏيندا آهن. ائين نہ کائڻ گهرجي بلڪ برڪت ان ۾ آهي جيئن نبي ڪريم ﷺ سيکاريو آهي. جيئن مُسند احمد، سنن ابن ماجہ ۾ سيدنا عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

إِذَا وُضِعَ الطَّعَامُ ، فَخُذُوا مِنْ حَافَتِهِ ، وَذَرُوا وَسَطَهُ ، فَإِنَّ الْبَرَكَةَ ، تَنْزِلُ فِي وَسَطِهِ.[1]

جڏهن کاڌو لڳايو وڃي تہ ان جي ڪنارن کان (ماني ڪنن کان ٻوڙ ۽ ٻَتُ پنهنجي پاسي کان) کائو ۽ وچ ڇڏي ڏيو ڇو تہ برڪت وچ ۾ نازل ٿيندي آهي.

---

[1] سنن ابن ماجة (4/412) مصنف ابن أبي شيبة (8/110)

## مانيءَ ۾ برڪت پيو نسخو:

مانيون ننڍيون ننڍيون پچائڻ گهرجن ۽ جڏهن ماني کائڻ ويهو ته ان کي ننڍا ننڍا ٽڪرا ڪري رکو پوءِ کائو. ان طرح اوهان جي ماني ۾ برڪت ڪئي ويندي. سيده عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ فرمايو:

صَغِّرُوا الْخُبْزَ وَأَكْثِرُوا عَدَدَهُ يُبَارَكْ لَكُمْ فِيهِ.[1]

مانيون ننڍيون پچايو ۽ ان جا پورا گهڻا ڪيو ته ان ۾ اوهان لاءِ برڪت ڪئي ويندي.

## مانيءَ ۾ برڪت جو ٽيون نسخو:

گهر ۾ توڙي دعوت ۾، مدرسي ۾ توڙي خانقاه ۾، آفيس ۾ توڙي دعوتگاهه ۾ ماني گڏجي کائڻ گهرجي. اها سنت به آهي ان ۾ برڪت آهي. ماني ڇڙو وڇڙ ڌار پار نه کائي، بلڪ هڪ دسترخوان تي سڀ گڏجي ماني کائن ته ان کاڌي ۾ برڪت ڪئي ويندي آهي. سنن ابن ماجه ۾ سيدنا عمر بن الخطاب ﷺ کان مروي حديث آهي رسول الله ﷺ فرمايو ته:

كُلُوا جَمِيعًا، وَلاَ تَفَرَّقُوا، فَإِنَّ الْبَرَكَةَ مَعَ الْجَمَاعَةِ.[2]

گڏجي کائو ۽ ڇڙوڇڙ نه ٿيو ڇو ته برڪت جماعت سان گڏ آهي.

---

[1] معجم الإسماعيلي 371 (570/2) جمع الوسائل في شرح الشمائل

[2] سنن ابن ماجة (418/4)

## ڪاميابي ۽ برڪت جو بهترين طريقو:

اوهان جي گهر جا وڏا، قوم جا وڏا، عمر ۾ وڏا، علم ۾ وڏا يا عمل ۾ وڏا ماڻهو پنهنجي ننڍن لاءِ رحمت ۽ برڪت جو سبب هوندا آهن. انهن سان گڏ هجڻ ۾ عافيت ۽ برڪت هوندي آهي. انهن جي زندگي جي تجربن مان لاڀ پرايو. صلاح صواب ۾، مشورن ۽ فيصلن ۾ پنهنجي وڏڙن سان گڏ هجو ڇو تہ برڪت انهن سان گڏ هوندي آهي. جيئن صحيح ابن حبان، مستدرڪ حاڪم ۾ سيدنا عبدالله بن عباس رضي الله عنه کان روايت آهي ڇيائين حضرت رسول الله ﷺ ڪريم فرمايو تہ:

الْبَرَكَةُ مَعَ أَكَابِرِكُمْ .[1]

برڪت اوهان جي وڏڙن سان گڏ آهي.

ڇو تہ وڏن جي عمر وڏي. تجربا وڏا، سمجهہ وڏي. اُهي زماني جا لاها چاڙها، ڏنل وائنل، گَنل پِيتل هوندا آهن. پنهنجن تجربن ۾ وقت وڃائڻ بجاءِ انهن جي تجربن مان فائدو وٺي اڳتي ترقي جون منزلون ماڻيو. مثلاً وڏڙن تجربو ڪري ڦيٿو ايجاد ڪيو. هاڻي ڦيٿي تي تجربا ڪرِي وقت وڃائڻ بجاءِ ان کان اڳتي ڪوجنا ڪيو ۽ وڌيڪ تجربا ڪري وڌيڪ شيون ايجاد ڪيو. رسول ڪريم ﷺ بہ وڏڙن جو گهڻو خيال ڪندا هئا.

---

[1] المستدرك (62/1)، شعب الإيمان (371/13)، صحيح ابن حبان (319/2)

روايت ۾ آهي تہ هڪ ڀيري حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي هٿ مبارڪ ۾ ڏنڊڻ هيو. پاڻ اهو حاضرين مان ڪنهن کي عنايت ڪرڻ پي چاهيائون تہ جبريل عرض ڪيو "ڪَبِّرْ ڪَبِّرْ" وڏڙي کي ڏيو. پوءِ پاڻ ان محفل ۾ موجود سڀني کان وڏڙي کي اهو عنايت ڪيائون.[1]

وڏائي جا معيار بہ جدا آهن. ڪي علم ۾ وڏا، ڪي عمل ۾ وڏا، ڪي دين ۾ وڏا، ڪي عمر ۾ وڏا. پوءِ جيڪي عمر ۾ وڏا آهن انهن جو گهڻو خيال ڪندا ڪيو. انهن سان گڏ هوندا ڪيو تہ برڪتون حاصل ٿيندئين.

## پيسن ۾ برڪت جو نسخو:

اگر ڪو ماڻهو گهر وڪرو ڪري ٿو تہ ان کي کپي تہ انهن پئسن مان ٻيو گهر خريد ڪري ۽ اگر ڪنهن سبب ڪري زمين وڪڻي ٿو انهن پئسن مان زمين خريد ڪري نہ تہ ان جي پئسن مان برڪت موڪلائي ويندي. پئسا ٽڪو ٽڪو ٿي ويندا ۽ گهر گهاٽ بہ ويو پئسو پنجڙ بہ ويو. زمين بہ وئي ۽ رقم بہ وئي. امام ابن ماجہ پنهنجي سُنن ۾ سيدنا حُذَيفہ بِن اليَمَان کان ۽ امام بيهقي سُنن الڪُبريٰ ۾ روايت آڻن ٿا.

رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

---

[1] فيض القدير شرح الجامع الصغير (287/3) حاشية ابن حبان: ج 2 ص: 319)

مَنْ بَاعَ دَارًا لَمْ يَجْعَلْ ثَمَنَهَا فِي مِثْلِهَا، لَمْ يُبَارَكْ لَهُ فِيهَا.[1]

جنهن گهر وڪيو ۽ ان جي مُلھ مانْ ٻيو گهر نہ خريد ڪيائين تہ ان جي ملھ ۾ برڪت ڪونہ ڪئي ويندي.

سفيان چيو تہ جڏهن برڪت نڪري وڃي تہ وري ساڳي طرح موٽي نہ ٿي ملي. سيدنا سعيد بن زيد ﷺ چيو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

لاَ يُبَارَكُ فِي ثَمَنِ أَرْضٍ، وَلا دَارٍ لاَ يُجْعَلُ فِي أَرْضٍ وَلا دَارٍ.[2]

زمين جي ملھ ۾ برڪت ڪونہ پوندي جيستائين ان مان زمين نہ خريد ڪئي وڃي ۽ گهر جي مُلھ جي رقم ۾ برڪت ڪونہ پوندي جيستائين انْ مان گهر خريد نہ ڪيو وڃي.

ان جو مطلب تہ نبي ڪريم ﷺ پنهنجي امت کي فرمائن ٿا تہ جڏهن ٻني وڪڻو تہ ان جي قيمت مان ٻني خريد ڪيو. ورنہ تہ اُهي پئسا بي برڪت بنجي پوندا. ائين هٿن مان نڪري ويندا جو اوهان کي پتو بہ نہ پوندو. وري جي گهر وڪڻو ٿا تہ انهن پيسن مان وري ٻيو ڪو گهر خريد ڪيو. نہ اوهان جا پيسا بي برڪت ۽ بي حيثيت بنجي ويندا.

---

[1] سنن ابن ماجة (3/541) مسند الطيالسي (دار هجر) (1/338)
السنن الكبرى للبيهقي وفي ذيله الجوهر النقي (6/33)

[2] مسند أحمد (1/190)

## واپار ۾ برڪت جو نبوي نسخو:

جڏهن ڪا شيءِ ونو يا وڪڻو تہ سودو طئي ٿيڻ بعد واپاري هڪ ٻئي ۾ هٿ ملايو. تہ اوهان جو واپار سچو ۽ سودو پختو ٿيندو. ان سان اوهان جي واپار ۾ رزق ۾ برڪت پوندي. امام بيهقي سنن الڪبرىٰ ۾ روايت آڻن ٿا تہ :

عَنْ خَالِدٍ يَعْنِى ابْنَ أَبِي مَالِكٍ قَالَ : بَايَعْتُ مُحَمَّدَ بْنَ سَعْدٍ سِلْعَةً فَقَالَ : هَاتِ يَدَكَ أُمَاسِحُكَ فَإِنَّ رَسُولَ اللَّهِ صلى الله عليه وسلم قَالَ الْبَرَكَةُ فِي الْمُمَاسَحَةِ .[1]

خالد بن ابي مالڪ چيو تہ مون اصحابي سڳوري محمد بن سعد کي ڪا شيءِ وڪرو ڪري ڏني تہ پاڻ چوڻ لڳو تہ : پنهنجو هٿ مون کي ڏي هٿ ۾ هٿ ملايان. چو تہ رسول الله ﷺ فرمايو هيو تہ برڪت هڪ ٻئي سان هٿ ملائڻ ۾ آهي.

## برڪت جو آسماني نسخو:

جڏهن آسمان مان مينهن وسي ٿو تہ ان جي ڦڙي ڦڙي ۾ برڪت هوندي آهي. الله پاڪ ان کي برڪتن وارو پاڻي سڏيو آهي.

وَنَزَّلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً مُّبٰرَكًا فَاَنْۢبَتْنَا بِهٖ جَنّٰتٍ وَّ حَبَّ الْحَصِيْدِ .[2]

۽ اسان آسمان مان برڪتن وارو پاڻي نازل ڪيو پوءِ ان جي

---

[1] السنن الكبرى للبيهقي وفي ذيله الجوهر النقي (36/6)

ذريعي باغ ڇماياسين ۽ ڪڪڙ جا داڻا (پيدا ڪياسين).

سو جڏهن بارش برسي ته پنهنجا لڱ ۽ لَتا ان ۾ پُسايو، وهاڻا ۽ وڇاڻا، رليون ۽ چادرون ٻاهر ڪيو ته ڪي ڪٽيون انهن مٿان ٿيون ان سان اوهان کي برڪت حاصل ٿيندي. امام بيهقي معرفة السنن والاثار ۾ روايت آڻن ٿا ته حضرت انس ﷺ چيو هڪ ڏينهن اسان رسول الله ﷺ سان گڏ هئاسين پوءِ بارش اُتي ته:

فَحَسَرَ رَسُولُ اللَّهِ صلي الله عليه وسلم ثَوْبَهُ حَتَّى أَصَابَهُ مِنَ الْمَطَرِ فَقُلْنَا يَا رَسُولَ اللَّهِ لِمَ صَنَعْتَ هَذَا قَالَ لأَنَّهُ حَدِيثُ عَهْدٍ بِرَبِّهِ تَعَالَىٰ[1]

رسول الله ﷺ (پنهنجي جسم پاڪ کان) ڪپڙو هٽايو تانجو مينهن مٿن پيو. اسان عرض ڪيوسين يا رسول الله اوهان ائين ڇو ڪيو؟ ته پاڻ فرمايائون هي پنهنجي رب وٽان تازو آيو آهي.

سيدنا عبدالله بن عباس ﷺ مجلس ۾ ويٺا هئا اچانڪ مينهن اُتو ته پاڻ پنهنجي خادم کي فرمايائون:

أَخْرِجْ فِرَاشِيْ وَرَحْلِيْ يُصِيْبُهُ الْمَطرُ.

منهنجو بسترو ۽ پلاڻ ٻاهر ڪڍ ته ان تي مينهن جا قطرا ڪِرن.

ويٺل ماڻهن مان ڪنهن پڇيو ته اوهان ائين ڇو ٿا ڪيو؟ پاڻ فرمايائون ڇا اوهان الله جي ڪتاب ۾ ڪونه پڙهيو آهي:

---

[1] صحيح مسلم (3/26)

وَنَزَّلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً مُّبٰرَكًا (ق:9)

۽ اسان آسمان کان برڪتن وارو پاڻي نازل ڪيو.

فَأُحِبُّ أَنْ تُصِيبَ الْبَرَكَةُ فِرَاشِي وَرِحْلِي.[1]

آءٌ چاهيان ٿو تہ منهنجي بستري ۽ پلاڻ کي برڪت نصيب ٿئي ان ڪري انهن کي مِينهن ۾ ٻاهر ڪڍايو اٿم.

سيدنا سعيد بن المسيب رضي الله عنه جليل القدر تابعي هيا. هڪ ڏينهن پاڻ مسجد ۾ اندر مجلس ڪيون ويٺا هئا تہ ٻاهر بارش برسڻ لڳي. پاڻ مسجد جي صحن ۾ ٻاهر نڪتا پنهنجي پُٺاڻن تان قميص هٽايائون. پُٺِي پُسائي پوءِ واپس اچي مجلس ۾ ويٺا.[2]

ان جو مطلب تہ مينهن ۾ ٻاهر نڪري پورڻ جسم کي مينهن جي پاڻي ۾ پُسائڻ اسلاف جو طريقو رهيو آهي.

## پلارن جون برڪتون:

ڪنهن نبيءَ يا وليءَ يا الله جي ڪنهن برگزيده ٻانهي جِي استعمال ٿيل ڪا شيءِ جيئن ان جو ڪپڙو، ان جا ٿانوَ، ان جي جاءِ، سندس مصلو، سندس مسجد، يا سندس اوبر انهن شين ۾ برڪت هوندي آهي. پر اگر ڪنهن ماڻهو کي ان جا هٿ لڳن يا ڪنهن جاءِ تي سندس پير لڳن تہ برڪت جو باعث هوندا آهن.

---

[1] معرفة السنن والآثار للبيهقي (3/104)

[2] معرفة الآثار ج 5 ص: 184)

طبراني كبير ۾ سيدة ڪُبيشه رضي الله عنها کان مروي حديث آهي چيائين هڪ ڏينهن:

دَخَلَ عَلَيَّ النَّبِيُّ ﷺ وَعِنْدِي قِرْبَةٌ مُعَلَّقَةٌ فَشَرِبَ مِنْ فَمِ الْقِرْبَةِ وَهُوَ قَائِمٌ، فَقَطَعْتُ فَمَ الْقِرْبَةِ أَلْتَمِسُ الْبَرَكَةَ بِذَلِكَ.[1]

نبي ڪريم ﷺ مون وٽ آيا. مون وٽ هڪ پاڻيءَ جي ڪَلِـي لڙڪِي رهي هئي. پاڻ ان ڪليءَ جي مُنهن سان وات مبارڪ لائي بيٺي پاڻي پيتائون. مون ان ڪليءَ جو مُنهن ڪٽي پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکيو ان مان برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ.

## الله وارن جي دعائن جون برڪتون:

اگر برڪت چاهيو ٿا تہ الله جي پيارن کان دعائون گهرايو. ولين جون دعائون سوائون هونديون آهن. انهن جا هٿ کڄندا آهن تہ برڪتن جا رستا رب کولي ڏيندو آهي. هڪ بزرگ وٽ ڪو ماڻهو آيو تہ منهنجي رزق ۾ برڪت جي دعا گهرو يا تعويذ لکي ڏيو. پاڻ پڇيائون ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟ چيائين پڪوڙن جو دڪان اٿم. پاڻ پنو گهرائي ان تي ڪجهہ لکيائون، اهو ويڙهي ان حوالي ڪيائون. فرمايائون هن کي کولجانءِ نہ. ان وڃي پنهنجي پڪوڙن جي دڪان ۾ اهو ڪاغذ رکيو. ان ماڻهو جي دڪان ۾ ايتري برڪت پئي جو

---

[1] المعجم الكبير للطبراني (18/193) سنن ابن ماجة (4/490)

ٿوري عرصي ۾ اهو پڪوڙن جي دڪان مان خوشحال مالا مال ٿي ويو. هڪ ڏينهن دل ۾ خيال آيس تہ ڪولي ڏسان سائينجن ان ڪاغذ مٿان ڇا لکيو آهي؟ ڏٺائين تہ لکيل هيو:

"اے لوگو ان سے پکوڑے خریدو۔"

## ڇا اوهان ڪيس ۾ فتح چاهيو ٿا؟

تہ ڪنهن الله جي ولي رب جي پياري دوست وٽ وڃو ان کان دعا گهرايو. انشاءَ الله اوهان جو ڪيس فتح ٿي ويندو. اوهان جي مشڪل آسان ٿي ويندي. اوهان جي هر پريشاني ڪافور ٿي اڏامي ويندي. آءُ اوهان کي هڪ واقعو ٻڌايان ٿو. خيرپور ناٿن شاهہ تعلقي ۾ هڪڙو عالم سڳورو گذريو آهي حضرت مولانا "محمد اسحاق ڪونهارو ﷫" اهو منهنجي والد ڪريم حضرت محبوب الاهي ﷫ جو استاد هيو. پاڻ چوٿيءَ جو عالم هيو. هن واقعي جا شاهد اڄ تائين بہ جيئرا آهن. مون سان اها ڳالهہ وڏيرو نذير احمد خان ٻرڙو ۽ سندس پاءُ وڏيرو بدرالدين خان ٻرڙو بيان ڪئي هئي. ٻڌايائون تہ مولوي صاحب محمد اسحاق کي ڪو ماٺو نڪاح پڙهائڻ لاءِ وٺي ويو. اتفاقًا اهو نڪاح مٿان نڪاح ٿي ويو. مولوي صاحب کي خبر نہ رهي. ہي ڏُر دادو سيشن جج وٽ ڪورٽ ۾ هلي وئي. جج هندو هيو. هيءُ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ جي ڳالهہ آهي. جج پڇيو تہ نڪاح ڪنهن پڙهيو آهي؟ چيائون مولوي محمد اسحاق پڙهيو آهي.

جج ہي پيشيءَ تي مولوي صاحب کي پيش ٿيڻ جي سمن جاري
ڪئي. ہي پيشي تي جڏهن مولوي صاحب پيش ٿيو تہ جج
پڇيس تہ هي نڪاح تو پڙهيو آهي؟ چيائين هائو نڪاح تہ مون
پڙهيو آهي پر اصل حقيقت جي مون کي خبر نہ هئي. جج چيو
ايندڙ پيشي تي توکي ڏسنداسين. مولوي صاحب سمجهي ويو تہ
جج جا ارادا سٺا نہ آهن. سو جڏهن موٽيو تہ سوچيائين ڪنهن
الله واري کان دعا گهرايان تہ منهنجي مشڪل حل ٿئي. ڪو
اهڙو مستجاب الدعوات هجي جيڪو ہُڪ ڪٽي تہ منهنجي
ڪيس مان جان ڇٽي وڃي. ڪنهن ہڌايس حيدرآباد ۾ هڪ
دُرويش رهي ٿو، مست فقير آهي، لِڱَن تي لٽو نہ اٿس، پر زبان مان
جيڪو لفظ ڪڍندو آهي تيئن ٿي پوندو آهي. مست آهي پر
مستجاب الدعوات آهي. مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ ڪڙيو
غلام الله کان حيدرآباد هليو. اڻ وقت ۾ سوارين جي سهولت بہ
گهٽ هئي جڏهن حيدرآباد پهتو ڏنائين تہ اهو درويش روڊ جي
ڪناري فٽ پاٿ تي وينو آهي. پر مُڇون وڏيون هيس جو ڏئونرو
کاڌائين تہ اهو بہ مڇن کي لڳو پيو هيس. پگهر وهي رهيو هيس ۽
سنوارت بہ ٿيل نہ هيس. ان کي ڏسي مولوي صاحب دل ۾ چيو تہ
”پنڌ ئي اجايو ٿي ويو“ . هي مست دعا گهرندو تہ منهنجو ڪيس
فتح ٿيندو؟ مون کي هن وٽ اچڻ لاءِ ڪنهن غلط صلاح ڏني. دل
۾ اهي ڳالهيون پئي سوچيائين تہ

فقيرُ جيڪو ڳاٽو هيٺ ڪيون ويٺو هيو ۽ ڪنڌُ جُهڪيل هيس.
اچانڪ ڪنڌ مٿي ڪري چيائين: مولوي هيڏي اچ مون کي زورَ
تہ ڏي. مولوي صاحب سوچيو تہ هن کي ڪيئن خبر پئي تہ آءُ
مولوي آهيان؟ سمجهيائين تہ درويش پهتل ماڻهو آهي. پر هن
جي ويجهو ڪيئن وڃان! هن جي اُگهڙ تي نظر پوندي پرائي
شرمگاهہ ڏسڻ گناهہ آهي. ائين دل ۾ سوچي رهيو هيو تہ ان
مست ڳاٽو مٿي ڪري چيس تہ: " نڪاح تي نڪاح پڙهڻ ثواب
آهي باقي فقير کي زور ڏيڻ گناهہ آهي"!! مولوي صاحب سمجهي
ويو تہ صاحبِ ڪشف آهي. هاڻي ويجهو ويو ۽ کيس زور ڏيڻ
لڳو ۽ عرض ڪرڻ لڳو تہ سائين دعا گهرو الله منهنجي هي
مشڪل ٽاري. تہ ان مست چيس اُٺي مولوي سيوهڻ وڃ مخدوم
بصر الدين وٽ. مولوي عرض ڪرڻ لڳو سائين اوهان دعا گهرو آءُ
وڏو سفر ڪري آيو آهيان وڏي اميد ڪري آيو آهيان. مست
هڪل ڪري چيس اٿي وڃ سيوهڻ. مجبورًا مولوي صاحب وري
واپس موٽيو. رستي ۾ ٻڪ بہ ڏاڍي لڳس ۽ ٿڪجي بہ ڏاڍو پيو.
چيائين دل ۾ سوچيان پيو تہ اڄ اگر ٻہ ٻسريون هجن ۽ ٻہ مکڻ جا
چاڻاڻ هجن تہ کائي وڃان. چيائين جيئن سيوهڻ شريف پهتس
تہ مخدوم بصرالدين سامهون مليو. نہ ڳالهہ ٻولهہ ڪيائين، نہ
حال احوال ورتائين، چوڻ لڳو ٻاڻ ڪان ڪم نہ ٿيس توکي وري
مون ڏانهن موڪليو اٿس.

ڇڏڪ منهنجي ساري حال احوال کان واقف هيو. پوءِ مون کي
وٺي وڃي حُجري ۾ ويهاريائين، ٿوري دير گذري ته موٽي آيو ۽
ٻُسريون ٻه هيس ۽ ٻه مکڻ جا چاٽان ٻه انهن تي رکيل هيس.
چيائين ٻُسري اڌ کاڌم ته ڏئو تي ويو. چوڻ "ڪاءِ نه! سچي وات
چوندو پيو اچين ته ٻه ٻُسريون ۽ مکڻ جا ٻه چاٽان هجن ڪائي
وچان". عرض ڪيائين سائين ٻُسري ته کاڌم هاڻي الله واسطي
دعا گهرو منهنجي جان ڇُٽي. جج واڻيو آهي مون کي الائي ڇا
ڪندو؟ مخدوم بصر الدين دعا نه گهري نه ٻُڪ ڪنيائين. بس
هٿ جو اشارو ڪري چوڻ لڳو ته:

"وڃ مولوي هي دفعو معافي اٿئي اڳتي اهڙو ڪم نه ڪجانءِ".

مولوي صاحب موٽي آيو. ٻه ٽي ڏينهن گذريا ته شُنوائي ٿي.
جڏهن جج اڳيان پيش ٿيو اول ته جج چتائي ڏٺس پوءِ هٿ
جو اشارو ڪري چيائين:

"وڃ مولوي هي دفعو معافي اٿئي اڳتي اهڙو ڪم نه ڪجانءِ".

جج جي زبان مان اهي ئي لفظ نڪتا جيڪي مخدوم بصرالدين
پنهنجي زبان مان ڪڍيا هئا. ائين مولوي باعزت واپس وري آيو.

## برڪت جي حڪمت:

جڏهن الله ڪريم اوهان کي نعمتن سان نوازيو آهي. مال ۽ مايا،
عزت ۽ آبرو، ڌن ۽ دراوت، زال ۽ مال، اولاد ۽ عيال، گهر ۽ گهر
وارا وغيره عطا ڪيا آهن.

هاڻي اگر انهن نعمتن ۾ الله ڪو امتحان وٺي ٿو. ڪو نقصان پوي ٿو تہ اصل ارها نہ ٿيو. الله جي رضا تي راضي رهو تہ الله اوهان جي انهن نعمتن ۾ برڪت وجهندو. اگر راضي نہ رهندؤ تہ برڪت ڪجهي ويندي. حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

إِنَّ اللَّهَ يَبْتَلِي الْعَبْدَ فِيمَا أَعْطَاهُ ، فَإِنْ رَضِيَ بُورِكَ لَهُ وَوَسَّعَهُ ، وَإِنْ لَمْ يَرْضَ لَمْ يُبَارَكْ لَهُ وَلَمْ يَزِدْهُ عَلَى مَا كُتِبَ لَهُ.[1]

الله پنهنجي ٻانهي کي سندس ڏنل شين ۾ امتحان وٺي ٿو. پوءِ جي راضي رهيو تہ ان ۾ برڪت نازل ڪئي وڃي ٿي، ڪشادگي ڪئي وڃي ٿي پر جي راضي نہ رهيو تہ ان ۾ برڪت نہ ٿي ڪئي وڃي ۽ ان جي لکيل شين ۾ واڌارو نہ ٿو ڪيو وڃي.

## ٽي برڪت ڀريون شيون:

ٽي شيون اهڙيون آهن جن ۾ الله ڪريم برڪت نازل ڪئي آهي. امام طبراني معجم ڪبير ۾ حضرت سلمان ﷺ کان روايت آندي آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

الْبَرَكَةُ فِي ثَلاثَةٍ: فِي الْجَمَاعَةِ، وَالثَّرِيدِ، وَالسُّحُورِ.[2]

برڪت ٽن شين ۾ آهي. جماعت، (گوشت ۽ شوربي ۾ ٺميل) ڪُٽي ۽ سحري ۾.

---

[1] معجم الصحابة (1 / 287)

[2] المعجم الكبير للطبراني (6/ 63)

## برڪت کان محرومي جو سبب:

واپارين جي عادت هوندي آهي جو اهي هرهرو به قسم کڻندا آهن. ائين نه ڪرڻ گهرجي ڇو ته قسم کڻڻ برڪت کي ختم ڪن ٿا. طبراني ڪبير ۾ روايت آهي معقل بن عامر اسدي چيو ته آءُ پنهنجي ڪا شيءِ وڪڻي رهيو هيس ۽ ان تي قسم کڻي رهيو هيس ته سيدنا عبدالله گذريو، پاڻ ڪنهن شيءِ سان منهنجو مٿو مٿي ڪيائين ۽ فرمايائين:

لا تَحْلِفْ فَإِنَّ الْيَمِينَ يَنْفَعُ السِّلْعَةَ، وَيَمْحَقُ الْبَرَكَةَ.[1]

قسم نه کڻ ڇو ته قسمُ واپار جي شيءِ کي ته فائدو ڏئي ٿو پر برڪت کي ميٽي ڇڏي ٿو.

## ڇا اوهان دشمن جي بربادي چاهيو ٿا؟

هميشه حق وارن جا دشمن ٿيندا رهندا آهن. اگر اوهان کي دشمنن خوامخواه تنگ ڪيو آهي ته پوءِ هيءَ دعا گهرو، انشاء الله دشمن جون پاڙون پٽجي وينديون.

سُبْحَانَكَ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ يَا ذَا الْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ

أَهْلِكْ عَدُوِّيْ (هتي دشمن جو نالو وٺو) قَبْلَ أَنْ يَضُرَّنِيْ

---

[1] المعجم الكبير للطبراني (98/8)

اگر اِها دعا جمعي جي ڏينهن ٽپهري نماز جي وقت پڙهو ته هر وقت دشمن برباد ٿي ويندو.

امام طبراني معجم ڪبير ۾ سيدنا عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آندي آهي ته هڪ جمعي جي ڏينهن پاڻ ڪريم ﷺ ماڻهن کي ٽپهري جي نماز پڙهائي رهيا هئا. پاڻ پهرئين ٻن رڪعتن جي وچين قعدي ۾ ويٺا هئا. اڳيان ڪتو گذرڻ لڳو. سيدنا سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه ڏٺو ته مٿان ڪتو محبوبن جي نماز ۾ خلل نه وجهي پاڻ ڪتي کي بد دعا ڏنائين ته الله پنهنجي قدرت سان ان مهل ئي ڪتي کي ماري ڇڏيو. جڏهن نبي ڪريم ﷺ پنهنجي نماز پڙهي فارغ ٿيا ته ڪتي کي مئل ڏٺائون. پاڻ صحابه ڏانهن مخاطب ٿي فرمايائون هن ڪتي کي توهان مان ڪنهن بد دعا ڏني؟ ان وقت حضرت سعد رضي الله عنه چيو مون بد دعا ڏني آهي يا رسول الله منهنجو ابو امڙ اوهان مٿان قربان.

مون کي ڊپ ٿيو ته مٿان اوهان جي نماز ۾ خلل نه وجهي ان ڪري مون ان کي بد دعا ڏني. پاڻ فرمايائون اي سعد تو ان کي ڪيئن (ڪهڙن لفظن ۾) بد دعا ڏني. حضرت سعد رضي الله عنه عرض ڪيو هن طرح يارسول الله!

سُبْحَانَكَ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ يَا ذَاالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ اَهْلِكْ هٰذَا الْكَلْبَ قَبْلَ اَنْ يَّقْطَعَ عَلٰى نَبِيِّكَ صَلَاتَهُ.

تنهن تي پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو اي سعد تو اهڙي ڏينهن ۾ اهڙي وقت ۾ اهڙي ساعت ۾ بد دعا ڏني آهي جو اگر زمين ۾ آسمان جي وچ واري هر شيءِ تي بد دعا ڏين ها تہ ضرور قبول پئجي وڃي ها. مبارڪ هجئي اي سعد.[1]

هيءَ دعا بزرگن جي آزمايل آهي. تير نشاني تي لڳڻ واري آهي. ان ڪري احتياط سان هن دعا جو استعمال ڪجي.

## ڇا اوهان ڪو عرض اگهائڻ چاهيو ٿا ؟

الله نہ ڪري اگر اوهان ڪنهن مشڪل ۾ آهيو يا ڪنهن شديد پريشاني جو شڪار آهيو، يا ڪوشش جي باوجود اوهان جو ڪو ڪم ڪو نہ ٿو ٿئي تہ دل جي گهرائي ۾ خلوص سان الله کي سڏيندي چار ڀيرا چئو: يَارَبِّ يَارَبِّ يَارَبِّ يَارَبِّ

پوءِ جيڪو عرض ڪندؤ سو اگهامي پوندو.

امام هيثمي مجمع الزوائد ۾ ڪشف الاستار ۾ سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان روايت آڻن ٿا تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو: جڏهن ڪو ٻانهو چار ڀيرا چوي ٿو يا رب تہ الله فرمائي ٿو:

لَبَّيْکَ عَبْدِي سَلْ تُعْطَهُ .[2]

جيءُ چوان اي منهنجا ٻانها گهر تہ اِها شيءِ ڏيانءِ.

---

[1] طبراني معجم ڪبير: ج 12 ص: 444

[2] مجمع الزوائد: ج 10 ص: 179

## ڇا اوهان تنگي مان آساني چاهيو ٿا؟
## ڇا اوهان غمن مان ڇوٽڪارو چاهيو ٿا؟
## ڇا اوهان اتان روزي چاهيو ٿا جتي اوهان جو وهم ۽ گمان نہ هجي؟

اگر اوهان ڪنهن تنگي ۾ ڦاٿل آهيو تہ غم نہ ڪيو هن نبوي نسخي تي عمل ڪيو انشاءَ الله جلد اوهان جي تنگي آساني ۾ بدلجي ويندي. اگر اوهان غمن ۽ ڏکن مان ڇوٽڪارو چاهيو ٿا هن پيغمبري سبق مٿان عمل ڪيو؟ اگر اوهان چاهيو ٿا تہ اوهان کي اهڙي جاءِ تان ۽ اهڙي انداز ۾ روزي رزق ملي جو جتي اوهان جو وهم ۽ گمان بہ نہ وڃي تہ پوءِ هن نبوي نسخي کي آزمائي ڏسو.

**اهو نسخو هي آهي جو اوهان روزانو پابندي سان بہ سو ڀيرا استغفار پڙهو ان ۾ ڪڏهن ناغو نہ وجهو. پوءِ ويهي الله جي رحمتن ۽ عطائن جو مزو ڏسو. استغفار جا بہ گهڻا صيغا آهن پر هي آسان صيغو حديثن ۾ آيل آهي. ان کي ياد ڪيو ۽ اڄ ئي پڙهڻ شروع ڪيو:**

اَسْتَغْفِرُ اللهَ تَعَالٰى رَبِّي مِنْ كُلِّ ذَنْبٍ وَّ اَتُوْبُ اِلَيْهِ

سنن ابو دائود ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ فرمايو:

مَنْ لَزِمَ الِاسْتِغْفَارَ، جَعَلَ اللَّهُ لَهُ مِنْ كُلِّ ضِيقٍ مَخْرَجًا، وَمِنْ كُلِّ هَمٍّ فَرَجًا، وَرَزَقَهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ.[1]

جيڪو ماڻهو استغفار پاڻ تي لازم ڪندو. (بنا ناغي جي روزانہ پڙهندو رهندو) تہ الله ان جي لاءِ هر تنگي مان ڇوٽڪاري جي واٽ ڏيندو، هر غم مان نجات عطا ڪندو ۽ ان ڪي اهڙي جاءِ تان رزق ڏيندو جتي ان جو گمان بہ نہ هوندو.

## ڇا اوهان گناهن جي معافي چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ روزانو سمهڻ کان اڳ هي الفاظ صرف ٽي ڀيرا پڙهندا ڪيو اوهان کي هڙن گناهن جي معافي ملي ويندي.

اَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِي لَا اِلٰـهَ اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ وَاَتُوبُ اِلَيْهِ

ڇو تہ حديث شريف ۾ آيو آهي حضرت ابوسعيد خُدري ﷺ چيو تہ نبي ڪريم ﷺ فرمايو:

مَنْ قَالَ حِينَ يَأْوِي إِلَى فِرَاشِهِ: أَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِي لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ وَأَتُوبُ إِلَيْهِ ثَلَاثَ مَرَّاتٍ، غَفَرَ اللهُ لَهُ ذُنُوبَهُ، وَإِنْ كَانَتْ مِثْلَ زَبَدِ الْبَحْرِ، وَإِنْ كَانَتْ مِثْلَ رَمْلِ عَالِجٍ، وَإِنْ كَانَتْ مِثْلَ عَدَدِ وَرَقِ الشَّجَرِ.[2]

---

[1] سنن أبي داود (2/ 85) سنن ابن ماجه (2/ 1254) شرح السنة للبغوي (5/ 79)

[2] مسند أحمد (17/ 130)

جنهن ماڻهو سمهڻ کان پهريان ٽي ڀيرا هيءُ استغفار پڙهي :

اَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِي لَا اِلَـهَ اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ وَاَتُوبُ اِلَيْهِ

تہ الله ان جا گناهہ بخشي ڇڏي ٿو ڀلي ڪٽي ان جا گناهہ سمنڊ جي جھڳ جيترا هجن يا ڀلي ڪٽي واريءَ جي ذرڙن جيترا هجن يا وري ڀلي ڪٽي وڻن جي پنن جيترا هجن.

## ڇا اوهان پنهنجي عمر وڌائڻ چاهيو ٿا ؟

## ڇا اوهان بري موت کان بچڻ چاهيو ٿا ؟

هي الله جو اٽل فيصلو آهي جو ان هر انسان جي عمر لکي ڇڏي آهي. ان مان هڪ سيڪنڊ نہ گهٽبو آهي نہ وڌي سگهندو آهي. قرآن عزيز ۾ آهي تہ :

هُوَ الَّذِىۡ خَلَقَكُمۡ مِّنۡ طِيۡنٍ ثُمَّ قَضٰۤى اَجَلًا ؕ وَ اَجَلٌ مُّسَمًّى عِنۡدَهٗ ثُمَّ اَنۡتُمۡ تَمۡتَرُوۡنَ.

اُهو (الله) ئي آهي جنهن اوهان کي مِٽيءَ مان پيدا ڪيو پوءِ (هر هڪ جي موت جي) مدت مقرر ڪيائين. ۽ (قيامت جو) مقرر ٿيل وقت وٽس آهي پوءِ بہ اوهان شڪ ڪيو ٿا.

وَلِكُلِّ اُمَّةٍ اَجَلٌ ۚ فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمۡ لَا يَسۡتَاۡخِرُوۡنَ سَاعَةً وَّلَا يَسۡتَقۡدِمُوۡنَ.

۽ هر جماعت لاءِ (مُهلت) جو هڪ وقت مقرر آهي، پوءِ جڏهن انهن جو

مقرر وقت پهچندو تہ نہ هڪ گهڙي پوئتي ٿيندا ۽ نہ اڳتي ٿيندا.
وري هر ڪنهن کي عزت وارو موت بہ نہ ملندو آهي. ڪن جو موت بي انتها برو ۽ ڪربناڪ هوندو آهي. اگر ڪو چاهي ٿو تہ اهو بري موت کان بچي ۽ عزت وارو موت ماڻي تہ ان لاءِ پاڪ پيغمبر ڪريم ﷺ بہ عمل اهڙا ٻڌايا آهن جن جي ڪرڻ سان موت جو مُدو پوئتي هٽي وڃي ٿو ۽ عمر ۾ اضافو ڪيو وڃي ٿو ۽ روزي رزق ۾ بہ ڪشادگي ڪئي وڃي ٿي ۽ ان ماڻهو کي بري موت کان بچايو وڃي ٿو. اهي عمل هي آهن جو هڪ تہ اوهان الله جو خوف رکو. تقويٰ ۽ پرهيزگاري اختيار ڪيو ٻيو تہ مائٽن سان مٺيون ڳنڍيو. صلہ رحمي ڪيو.
امام احمد سيدنا مولا علي ڪرم الله وجهہ کان روايت آندي آهي نبي ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

مَنْ سَرَّهُ أَنْ يُمَدَّ لَهُ فِي عُمْرِهِ، وَيُوَسَّعَ لَهُ فِي رِزْقِهِ، وَيُدْفَعَ عَنْهُ مِيتَةُ السُّوءِ. فَلْيَتَّقِ اللهَ وَلْيَصِلْ رَحِمَهُ.[1]

جنهن ماڻهو کي اها ڳالهہ پلي لڳي ٿي جو ان جي عمر کي وڌايو وڃي ۽ ان جي روزي ۾ ڪشادگي ڪئي وڃي ۽ ان تان برو موت ٽاريو وڃي تہ ان کي گهرجي تہ الله کان ڊڄي ۽ صلہ رحمي ڪندو رهي.

[1] مسند أحمد (2/ 387)

جنهن ماڻهو سمهڻ کان پهريان ٽي ڀيرا هيءُ استغفار پڙهي :

اَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِي لَا اِلَـٰهَ اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ وَاَتُوبُ اِلَيْهِ

تہ الله ان جا گناهہ بخشي ڇڏي ٿو ڀلي ڪٽي ان جا گناهہ سمنڊ جي جهڳ جيترا هجن يا ڀلي ڪٽي واريءَ جي ذرڙن جيترا هجن يا وري ڀلي ڪٽي وڻن جي پنن جيترا هجن.

## ڇا اوهان پنهنجي عمر وڌائڻ چاهيو ٿا؟
## ڇا اوهان بري موت کان بچڻ چاهيو ٿا؟

هي الله جو اٽل فيصلو آهي جو ان هر انسان جي عمر لکي ڇڏي آهي. ان مان هڪ سيڪنڊ نہ گهٽبو آهي نہ وڌي سگهندو آهي. قرآن عزيز ۾ آهي تہ :

هُوَ الَّذِىْ خَلَقَكُمْ مِّنْ طِيْنٍ ثُمَّ قَضٰٓى اَجَلًا ؕ وَ اَجَلٌ مُّسَمًّى عِنْدَهٗ ثُمَّ اَنْتُمْ تَمْتَرُوْنَ.

اُهو (الله) ئي آهي جنهن اوهان کي مِٽيءَ مان پيدا ڪيو پوءِ (هر هڪ جي موت جي) مدت مقرر ڪيائين. ۽ (قيامت جو) مقرر ٿيل وقت وٽس آهي پوءِ بہ اوهان شڪ ڪيو ٿا.

وَ لِكُلِّ اُمَّةٍ اَجَلٌ ۚ فَاِذَا جَآءَ اَجَلُهُمْ لَا يَسْتَاْخِرُوْنَ سَاعَةً وَّ لَا يَسْتَقْدِمُوْنَ.

۽ هر جماعت لاءِ (مُهلت) جو هڪ وقت مقرر آهي، پوءِ جڏهن انهن جو

مقرر وقت پهچندو تہ نہ هڪ گهڙي پوئتي ٽيندا ۽ نہ اڳتي ٽيندا.
وري هر ڪنهن کي عزت وارو موت بہ نہ ملندو آهي. ڪن جو موت بي انتها برو ۽ ڪربناڪ هوندو آهي. اگر ڪو چاهي ٿو تہ اهو بري موت کان بچي ۽ عزت وارو موت ماڻي تہ ان لاءِ پاڪ پيغمبر ڪريم ﷺ بہ عمل اهڙا ٻڌايا آهن جن جي ڪرڻ سان موت جو مُدو پوئتي هٽي ويجي ٿو ۽ عمر ۾ اضافو ڪيو وڃي ٿو ۽ روزي رزق ۾ بہ ڪشادگي ڪئي وڃي ٿي ۽ ان ماڻهو کي بري موت کان بچايو وڃي ٿو. اهي عمل هي آهن جو هڪ تہ اوهان الله جو خوف رکو. تقويٰ ۽ پرهيزگاري اختيار ڪيو ٻيو تہ مائٽن سان مٽيون ڳنڍيو. صلہ رحمي ڪيو.
امام احمد سيدنا مولا علي ڪرم الله وجهہ کان روايت آندي آهي نبي ڪريم ﷺ فرمايو تہ:
مَنْ سَرَّهُ أَنْ يُمَدَّ لَهُ فِي عُمْرِهِ، وَيُوَسَّعَ لَهُ فِي رِزْقِهِ، وَيُدْفَعَ عَنْهُ مِيتَةُ السُّوءِ. فَلْيَتَّقِ اللهَ وَلْيَصِلْ رَحِمَهُ.[1]
جنهن ماڻهو کي اها ڳالهہ پلي لڳي ٿي جو ان جي عمر کي وڌايو وڃي ۽ ان جي روزي ۾ ڪشادگي ڪئي وڃي ۽ ان تان برو موت ٽاريو وڃي تہ ان کي گهرجي تہ الله کان ڊڄي ۽ صلہ رحمي ڪندو رهي.

---
[1] مسند أحمد (2/ 387)

## پيو رستو:

اگر اوهان چاهيو ٿا تہ اوهان جي رزق کي وڌايو وڃي ۽ اوهان جي عمر اضافو ڪيو وڃي تہ پوءِ اوهان صلہ رحمي ڪيو. اوهان مِٽن مائٽن سان مائٽيون ڳنڍيو. عزيزن سان احسان ڪيو. انهن جي اوٽائين جي باوجود انهن سان مهر ۽ مروت سان پيش اچو. انهن کان قطع رحمي نہ ڪيو.

طبراني معجم اوسط ۾ سيدنا انس بن مالڪ ﷺ کان روايت آهي ڇيائين رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

مَنْ سَرَّهُ أَنْ يُوَسَّعَ لَهُ فِي رِزْقِهِ وَيُنْسَأَ لَهُ فِي عُمُرِهِ فَلْيَصِلْ رَحِمَهُ. [1]

جيڪو ماڻهو چاهي ٿو تہ ان جي رزق ۾ ڪشادگي ڪئي وڃي ۽ ان جي عمر دراز ڪئي وڃي تہ ان گهرجي تہ اهو صلہ رحمي ڪري.

امام احمد روايت آندي آهي رسول ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

مَنْ سَرَّهُ أَنْ يُمَدَّ لَهُ فِي عُمُرِهِ، وَيُزَادَ فِي رِزْقِهِ، فَلْيَبَرَّ وَالِدَيْهِ، وَلْيَصِلْ رَحِمَهُ. [2]

جيڪو ماڻهو چاهي ٿو تہ ان جي عمر ڊگهي ڪئي وڃي ۽ ان جي رزق ۾ ڪشادگي ڪئي وڃي تہ ان کي گهرجي تہ پنهنجي امڙ ۽ ابي سان نيڪي ڪري ۽ مائٽن سان مائٽيون ڳنڍي.

---

[1] المعجم الأوسط (32/4)

[2] مسند أحمد (318/21)

## ڇا اوهان مشڪل گهڙي جي هر دعا قبول ڪرائڻ چاهيو ٿا ؟

تہ پوءِ سُک ۾ سڪون واري وقت ۾ گهڻيون دعائون گهرو.

انسان مفاد پرست ۽ مطلب جو پوڄاري هوندو آهي جڏهن مشڪل پيش پوندي اٿس يا ڪا اوکائي ۽ اهنجائي آڏو ايندي اٿس تہ الله کي گهڻا سڏڙا ڪندو آهي. وري جڏهن مشڪل هٽي ويندي آهي تہ سڏڙا ڪرڻ بند ڪري ڇڏيندو آهي. ان کي ائين نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ ٺيڪ ائين گهري جو جيئن ڏک واري وقت ۾ رب ڏانهن متوجهہ ٿئي ٿو تيئن سک واري وقتن ۾ بہ رب کان غافل نہ ٿئي. سکن ۽ سٺائين وارن وقتن ۾ بہ دعائون گهرندو رهي تہ ان جي پريشاني واري وقت جي ڪابہ دعا رد نہ ٿيندي.

ترمذي، احمد، حاڪم ۾ سيدنا ابوهريره ﷺ کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ :

مَنْ سَرَّهُ أَنْ يَسْتَجِيبَ اللهُ لَهُ عِنْدَ الشَّدَائِدِ وَالكَرْبِ فَلْيُكْثِرِ الدُّعَاءَ فِي الرَّخَاءِ.[1]

جيڪو ماڻهو چاهي ٿو تہ مشڪلاتن ۽ مصيبت مهل الله ان جون دعائون قبول ڪري تہ اهو ڪشادگي وقت ۾ گهڻيون دعائون گهرندو رهي.

---

[1] سنن الترمذي (462/5)

## ڇا اوهان عزت چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ ٻڌو عزتون سڀ الله جي هٿ ۾ آهن. الله عزتن جو مالڪ آهي. جنهن کي عزت ڏئي جنهن کي ذليل بنائي اهو مرضي وارو آهي. سندس فرمان ذيشان آهي تہ:

قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَآءُ وَ تَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَآءُ وَ تُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَ تُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ بِيَدِكَ الْخَيْرُ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ.

چؤ: ”اي الله! بادشاهي جا مالڪ! تون جنهن کي چاهين بادشاهي ڏين ۽ جنهن کان چاهين بادشاهي ڦري وٺين ۽ جنهن کي چاهين عزت ڏين ۽ جنهن کي چاهين ذلت ڏين. ڀلائي سڀ تنهنجي هٿ ۾ آهي. بيشڪ تون هر شيءِ تي سگهہ رکڻ وارو آهين.

سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوْنَ.

تنهنجو پالڻهار جيڪو عزت جو مالڪ آهي اهو ان کان پاڪ آهي جيڪي اُهي بيان ڪن ٿا.

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْعِزَّةَ فَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ جَمِيْعًا

جو ماڻهو عزت گهري ٿو پوءِ سڀ عزت الله جي آهي.

اها ڳالهہ منافقن ۽ ڪافرن کي سمجهہ ۾ نہ ايندي آهي، اهي عزت ماڻهن وٽ ڳوليندا آهن، حالانڪ عزت سڀ الله جي هٿ آهي.

اِلَّذِيْنَ يَتَّخِذُوْنَ الْكٰفِرِيْنَ اَوْلِيَآءَ مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِيْنَ ؕ اَيَبْتَغُوْنَ عِنْدَهُمُ الْعِزَّةَ فَاِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ؕ

جيڪي مؤمنن کي ڇڏي ڪافرن کي دوست بنائن ٿا. ڇا اُهي انهن وٽ عزت تلاش ڪن ٿا؟ پوءِ بيشڪ عزت تہ سڀ الله لاءِ آهي.

يَقُوْلُوْنَ لَىِٕنْ رَّجَعْنَآ اِلَى الْمَدِيْنَةِ لَيُخْرِجَنَّ الْاَعَزُّ مِنْهَا الْاَذَلَّ ؕ وَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ وَلِرَسُوْلِهٖ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَلٰكِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ۠

(منافق) چون ٿا تہ اگر اسان مديني واپس ٿياسين تہ (اسان) عزت وارا ماڻهو اتان کان ذليل ماڻهن (يعني مسلمانن) کي ضرور ڪڍي ٻاهر ڪنداسين. حالانڪ عزت الله لاءِ آهي ۽ ان جي رسول لاءِ ۽ ايمان وارن لاءِ آهي ۽ پر منافق نہ ٿا ڄاڻن.

وَلَا يَحْزُنْكَ قَوْلُهُمْ ۘ اِنَّ الْعِزَّةَ لِلّٰهِ جَمِيْعًا ؕ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ

۽ انهن (مخالفن) جي ڳالھ تو کي ڏکارو نہ ڪري. بيشڪ سڀ عزت الله لاءِ آهي. اهو ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي.

امام طبراني سيدنا علي ڪرم الله وجھ الڪريم کان روايت آندي آهي ڇيائين رسول الله ﷺ فرمايو تہ الله عزوجل تو فرمائي:

إِنَّ الْعِزَّةَ إِزَارِي، وَالْكِبْرِيَاءَ رِدَائِي، فَمَنْ نَازَعَنِيهِمَا أُعَذِّبُهُ. [1]

---

[1] المعجم الأوسط (3/352)

بيشڪ عزت منهنجي شلوار آهي ۽ وڏائي منهنجي چادر آهي سو جيڪو اهي ٻئي شيون مون کان ڦرڻ جي ڪوشش ڪندو ته آءٌ ان کي عذاب ڪندس.

هنن آيتن ۽ حديثن مان معلوم ٿيو ته عزت الله جي هٿ ۾ آهي هاڻي اگر ڪو عزت چاهي ٿو ته ان کي گهرجي ته اهو الله جي در جهڪي ۽ الله جي بندگي ڪري ته ضرور الله ان کي عزت جو تاج پهرائيندو. ان جو مانُ مٿاهون ڪندو. تفسير ابن ڪثير وارو لکي ٿو:

مَنْ كَانَ يُحِبُّ أَنْ يَكُونَ عَزِيزًا فِي الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ، فَلْيَلْزَمْ طَاعَةَ اللَّهِ، فَإِنَّهُ يَحْصُلُ لَهُ مَقْصُودُهُ؛ لِأَنَّ اللَّهَ مَالِكُ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ، وَلَهُ الْعِزَّةُ جَمِيعُهَا.[1]

جيڪو ماڻهو چاهي ٿو ته اهو دنيا ۽ آخرت ۾ عزت وارو بڻجي وڃي ته ان کي گهرجي ته الله جي بندگي کي لازم ڪري وٺي ته اهو ضرور پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺندو. ڇو ته دنيا توڙي آخرت جو مالڪ الله آهي ۽ ٻنهين جهانن جي عزت لهن وٽ آهي.

[1] تفسير ابن كثير (6/536)

## ڇا اوهان جو پير ننڊ پئجي ويو آهي؟

ڪڏهن ڪڏهن اوهان جو پير ننڊ پئجي ويندو آهي تہ ٿوري دير لاءِ اوهان کي ڏاڍي تڪليف ۽ پريشاني ٿيندي آهي. تہ ڀوءِ گهٻرايو نہ. ان جو علاج موجود آهي. جڏهن بہ اوهان جو پير ننڊ پئجي وڃي يا عضون ۾ ڇڪاءُ ٿئي تہ پنهنجي پياري ماڻهو کي سڏيو. يقينا هڪ مؤمن لاءِ سڀ کان پياري شخصيت حضرت محمد ڪريم ﷺ جي ئي ٿي سگهي ٿي. سو اوهان مديني واري سائين کي سڏيو: يَا رَسُولَ اللهِ يَا رَسُولَ اللهِ تہ ان مهل ئي اوهان جو پير صحيح ٿي ويندو. جسم جا عضوا برقرار ٿي ويندا.

حضرت عبدالرحمن بن سعد کان روايت آهي چيائين تہ آءُ هڪ ڏينهن (فاروقِ اعظم جي فرزند) حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما وٽ هيس تہ ان جو پير سُن ٿي ويو تہ مون کيس چيو اي ابو عبدالرحمن! اوهان جي پير کي ڇا ٿيو آهي؟ ان فرمايو هِتان کان منهنجا جوڙ ڇڪجي ويا آهن. مون عرض ڪيو

اُدْعُ أَحَبَّ النَّاسِ إِلَيْكَ فَقَالَ يَا مُحَمَّدُ فَانْبَسَطَتْ.[1]

سڀني ماڻهن مان جيڪا هستي توکي وڌيڪ محبوب هجي ان کي ياد ڪر. تہ ان "يا محمد" ﷺ جو نعرو هنيو. (راوي بيان ڪري ٿو تہ) ان ئي وقت ان جا عضوا کُلي ويا.

1 الأدب المفرد لامام بخاري (ص 335) عمل اليوم والليلة لابن السُني (ص 142)

## ڇا ڪو آفيسر اوهان جو ڪم نہ ٿو ڪري؟

ڪنهن آفيسر ۾ اوهان جو ڪم آهي. آفيسرُ اوهان ڏانهن ڌيان نہ ٿو ڏئي. يا اوهان جي ترقي رُڪيل آهي. يا اوهان جو فائيل ڇُري ئي نہ ٿو. تہ نہ گهٻرايو ان لاءِ آزمايل نسخو حاضر آهي. يقين ڪريو اوهان جو ڪم هڪ ڏينهن ۾ ئي ٿي ويندو. هر رڪاوٽ دور ٿي ويندي.
طريقو هي آهي: اول وضو جو ڪرو ڪٽو سهڻي طرح وضو ڪيو پوءِ مسجد ۾ وڃي ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪيو پوءِ هيءَ دعا گهرو:

اَللّٰهُمَّ إِنِّي أَسْأَلُكَ وَأَتَوَجَّهُ إِلَيْكَ بِنَبِيِّنَا مُحَمَّدٍ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ نَبِيِّ الرَّحْمَةِ يَا مُحَمَّدُ إِنِّي أَتَوَجَّهُ بِكَ إِلَىٰ رَبِّكَ عَزَّ وَجَلَّ فَيَقْضِي لِي حَاجَتِيْ. پوءِ پنهنجي ڪم جو نالو وٺو

اي الله آءٌ توکان سوال ڪيان ٿو ۽ تنهنجي طرف متوجہ ٿيان ٿو تنهنجي رحمت واري نبي محمد مصطفيٰ ﷺ جي وسيلي سان، يا محمد! آءٌ اوهان جي وسيلي سان پنهنجي رب جي دربار ۾ پنهنجي حاجت پيش ڪيان ٿو تہ جيئن اهو منهنجي هيءَ حاجت پوري ڪري. (۽ پنهنجي حاجت جو ذڪر ڪيو)

پوءِ جنهن ماڻهو وٽ ڪم آهي ان آفيسر وٽ وڃو انشاءَ الله جيئن اوهان چوندا ائين ڪندو. پر اگر اوهان کي ڪا مشڪل درپيش آهي. الله جي ذات وٽان ڪو مقصد حاصل ڪرڻو آهي تہ ٻہ ان دعا سان عرض ڪيو تہ جلدي الله اوهان جو ڪم ڪندو.

امام طبراني روايت آندي آهي حضرت ابو اُمامہ بن سهل بن حُنيف پنهنجي چاچي حضرت عثمان بن حُنَيف ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ شخص (ان وقت جي حاڪم امير المؤمنين) حضرت عثمان بن عفان ﷺ وٽ ڪنهن ضرورت جي ڪري ويندو هيو. حضرت عثمانُ (گهڻين مشغولين سبب) ان ڏانهن ڌيان ئي نہ ٿي ڏنو ۽ ان جي ضرورت تي غور ئي نہ ٿي ڪيائين. اهو شخص (اصحابي سڳوري) حضرت عثمان بن حُنيف سان اچي مليو ۽ ان سان اها شڪايت ڪيائين. حضرت عثمان بن حنيف کيس چيو تہ وضو واري جاءِ تي وڃ ۽ وضو ڪر پوءِ مسجد ۾ اچي ٻہ رڪعتون نماز پڙهہ پوءِ (هي دعا) گهر.

اَللّٰهُمَّ إِنِّي أَسْأَلُكَ وَأَتَوَجَّهُ إِلَيْكَ بِنَبِيِّنَا مُحَمَّدٍ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ نَبِيِّ الرَّحْمَةِ يَا مُحَمَّدُ إِنِّي أَتَوَجَّهُ بِكَ إِلَى رَبِّكَ عَزَّ وَجَلَّ فَيَقْضِي لِي حَاجَتِيْ.

اي الله آءٌ توکان سوال ڪيان ٿو ۽ تنهنجي طرف متوجہ ٿيان ٿو تنهنجي رحمت واري نبي محمد مصطفيٰ ﷺ جي وسيلي سان، يا محمد! آءٌ اوهان جي وسيلي سان پنهنجي رب جي دربار ۾ پنهنجي حاجت پيش ڪيان ٿو تہ جيئن اهو منهنجي هيءُ حاجت پوري ڪري. پوءِ پنهنجي حاجت بيان ڪر. ۽ پوءِ حضرت عثمان بن عفان وٽ وڃ، آءٌ بہ توسان گڏ ويندس. ان ماڻهو ائين ئي ڪيو جيئن ان کي حضرت عثمان چيو هيو.

پوءِ اهو حضرت عثمان بن عفان جي دروازي تي آيو ته دربان ان جو هٿ پڪڙيو ۽ کيس حضرت عثمان بن عفان وٽ وٺي ويو. حضرت عثمان ان کي پاڻ سان گڏ تڏي تي ويهاريو ۽ پڇيو تنهنجي حاجت ڪهڙي آهي؟ ان پنهنجي حاجت بيان ڪئي ته ان (حضرت عثمان) يڪدم ان جي اها حاجت پوري ڪري ڇڏي. پوءِ پاڻ ان کي فرمايائين تو پنهنجي هن حاجت جي اڳ ڇو مون سان ڳالهه نه ڪئي هئي؟ آئنده توکي جيڪا به ضرورت هجي ته مون وٽ ايندو ڪر. پوءِ اهو ماڻهو حضرت عثمان غني وٽان نڪتو ته کيس حضرت عثمان بن حنيف مليو ۽ کيس چيائين الله تعاليٰ توکي ڀلو بدلو ڏئي، جيستائين تو عثمان ﷛ سان منهنجي باري ۾ ڳالهه نه ڪئي تيستائين ان منهنجي ڪم تي غور ئي نه پئي ڪيو ۽ نه ئي مون ڏانهن ڌيان پئي ڏنائين. تڏهن حضرت عثمان بن حُنيف چيس ته الله جو قسم! مون ان وٽ تنهنجي ڪا سفارش ڪونهي ڪئي پر ڳالهه اصل هي آهي ته هڪ ڏينهن آءٌ رسول الله ﷺ وٽ حاضر هيس ته هڪ نابين ماڻهو سندن بارگاهه ۾ آيو ۽ پنهنجي اکين جي روشني وڃڻ جي شڪايت ڪيائين. نبي ڪريم ﷺ کيس فرمايو تون صبر ڪر. ان عرض ڪيو يارسول الله! منهنجو ڪو هلائڻ گهمائڻ وارو (خادم) ناهي ۽ مون کي ڏاڍي تڪليف ٿي ٿئي. ته نبي ڪريم ﷺ کيس فرمايو:

ائْتِ الْمِيضَأَةَ فَتَوَضَّأْ ثُمَّ صَلِّ رَكْعَتَيْنِ ثُمَّ ادْعُ بِهَذِهِ الدَّعَوَاتِ

قَالَ عُثْمَانُ بْنُ حُنَيْفٍ فَوَاللهِ مَا تَفَرَّقْنَا وَطَالَ بِنَا الْحَدِيثُ حَتَّى دَخَلَ عَلَيْنَا الرَّجُلُ كَأَنَّهُ لَمْ يَكُنْ بِهِ ضَرَرٌ قَطُّ.[1]

دعا ڪرڻ کان پوءِ هيءُ نماز ادا ڪر پوءِ ٻه رڪعتون نماز ادا ڪر پوءِ هيءَ دعا ڪرو ڪٽي اچ ۽ وضو ڪر پوءِ ٻه رڪعتون نماز ادا ڪر پوءِ هيءَ دعا گهر. پاڻ ان کي اها ئي دعا سيکاريائون. (جيڪا مون توکي سيکاري هئي) عثمان بن حنيف چيو الله جو قسم! ته اسان اوڏي مهل اُتان اُٿيا ئي نه هياسين نه ئي ڳالهه کي گهڻي دير گذري هئي ته اهو ماڻهو اسان وٽ (هن حالت ۾) آيو جڻڪ ان کي ڪڏهن ڪا (اکين ۾ تڪليف هئي ئي ڪو نه. (ان جون اکيون روشن هيون)

## ڇا اوهان ڪنهن فوتي جو حال ڏسڻ چاهيو ٿا؟

اگر ڪو عزيز قريب، مثلاً پيءُ يا ماءُ يا ڪو ٻيو رشتيدار وفات ڪري ويو آهي ۽ اوهان خواب ۾ ان جو حال ڏسڻ چاهيو ٿا يا ان جي زيارت ڪرڻ چاهيو ٿا ته هي عمل ڪيو. حضرت حسن بصري رحمة الله عليه کان منقول آهي ته جو شخص ڪنهن فوت ٿيل جي قبر واري حالت ڏسڻ چاهي ته ان کي گهرجي ته سومهڻي نماز کان پوءِ چار رڪعتون نماز نفل پڙهي هر رڪعت ۾ الحمد سان گڏ سورة اَلْهٰكُمُ التَّكَاثُرُ پندرهن ڀيرا پڙهي پوءِ هيءَ دعا پڙهي سمهي پئي.

[1] المعجم الكبير للطبراني (30/9) المعجم الصغير للطبراني (306/1)

اَللّٰهُمَّ اَرِنِيْ (هتي فوت شده جو نالو وٺجي) عَنْ الْحَالَةِ الَّتِيْ هُوَ عَلَيْهَا.

انشاء الله اُهو اوهان کي پنهنجي اصلي حالت ۾ نظر اچي ويندو.

## ڇا والدين جي وفات بعد انهن سان نيڪي ڪرڻ چاهيو ٿا؟

حق هيو ته ابي امڙ جي زندگي ۾ انهن جي خدمت ڪيو ها. انهن جون دعائون وٺو ها. پر اگر اهو اوهان کان ٿي نه سگهيو ۽ اهي دنيا تان لاڏاڻو ڪري ويا ۽ هاڻي اوهان انهن جي روحن کي راضي ڪرڻ چاهيو ٿا ته پوءِ غور سان پڙهو ۽ عمل ڪيو.

حضرت ابو اسيد ساعدي رضي الله عنه فرمايو ته اسان رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ ويٺا هئاسين ته قبيلي بنو سلمه جو هڪ شخص خدمت عالي ۾ آيو عرض ڪيائين يا رسول الله منهنجا پيءُ ماءُ فوت ٿي ويا آهن ڇا انهن جي مرڻ کان پوءِ به ڪا چڱائي آهي جو انهن سان چڱائي ڪيان؟ پاڻ فرمايائون هائو:

الصَّلَاةُ عَلَيْهِمَا وَالِاسْتِغْفَارُ لَهُمَا وَإِنْفَاذُ عَهْدِهِمَا مِنْ بَعْدِهِمَا وَصِلَةُ الرَّحِمِ الَّتِي لَا تُوصَلُ إِلَّا بِهِمَا وَإِكْرَامُ صَدِيقِهِمَا.[1]

1. انهن تي نماز پڙهڻ: يعني جنازي جي نماز پڙهڻ يا صلواة دعا جي معنيٰ ۾ ايندي آهي، ان جو مطلب اِهو ٿيو ته

---

[1] سنن أبي داود (ج 13 / ص 353) سنن ابن ماجه (ج 11 / ص 56) السنن الكبرى للبيهقي (ج 4 / ص 28) المستدرك على الصحيحين للحاكم (ج 17 / ص 100) المعجم الكبير للطبراني (ج 14 / ص 171)

پيءُ ماءُ وفات ڪري وڃن تہ اولاد کي گهرجي تہ انهن لاءِ دعائون گهرندو رهي.

2. انهن لاءِ بخشش گهرڻ : اولاد کي گهرجي تہ پيءُ ماءُ جي رحمت مغفرت رب العالمين کان گهرندو رهي، تہ الله تعاليٰ انهن جا گناهہ معاف ڪري انهن جا درجا بلند ڪري.

3. انهن کان پوءِ انهن سان ڪيل وعدو پورو ڪرڻ : جيڪا انهن وصيت ڪئي هجي تہ اُها پوري ڪجي، يا انهن جيڪو وعدو ورتو هجي تہ اُهو وعدو نڀائجي، جيئن پيءُ وعدو ورتو تہ فلاڻي جاءِ تي نہ وڃجانءِ. هاڻي پيءُ جي زندگي ۾ تہ اتي نہ ويو پر مرڻ کان پوءِ بہ پيءُ سان ڪيل وعدو پورو ڪري.

4. اهڙي صلہ رحمي جيڪا خاص سندس پيءُ ماءُ جي هجي اُها صلہ رحمي ڪرڻ : يعني پيءُ جي مائٽن عزيزن سان پيءُ جي ڪري ڳانڍاپو ڳنڍيون اچي. ماءُ جي رشتيدارن عزيزن قريبن سان محبت جو ناتو نڀاهيون اچي.

5. انهن جي دوستن جو احترام ڪرڻ: پيءُ جي دوستن ماءُ جي عزيزن ۽ ان جي سهيلين جي عزت احترام ڪرڻ.

## ڇا اوهان دنيا آخرت جي خير و برڪت چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ هي دعاءِ آنس ﷠ يارهن ڀيرا صبح، يارهن ڀيرا شام پڙهندا ڪيو. هي اها ناياب دعا آهي جيڪا حضرت حبيب ڪريم ﷺ حضرت انس ﷠ کي سيکاري هئي. جڏهن ان ڏهہ سال سندن خدمت ۾ گذاريا هئا. مون کي اها دعا مدينہ طيبہ ۾ هڪ ڪامل ولي الله سيد محمد مدظلہ العالي عنايت ڪئي هئي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ. بِسْمِ اللّٰهِ عَلٰى نَفْسِيْ وَ دِيْنِيْ بِسْمِ اللّٰهِ عَلٰى اَهْلِي وَمَالِي وَوَلَدِي بِسْمِ اللّٰهِ عَلٰى مَا آتَانِيَ اللّٰهُ اَللّٰهُ رَبِّي لَا اُشْرِكُ بِه شَيْئًا اَللّٰهُ اَكْبَرُ اَللّٰهُ اَكْبَرُ اَللّٰهُ اَكْبَرُ. اَعَزُّ وَاَجَلُّ وَاَعْلَمُ مِمَّا اَخَافُ وَ اَحْذَرُ عِزَّ جَارُكَ وَجَلَّ ثَنَائُكَ وَلَااِلٰهَ غَيْرُكَ. اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُ بِكَ مِنْ شَرِّ نَفْسِيْ وَمِنْ شَرِّ كُلِّ شَيْءٍ وَمِنْ شَرِّ كُلِّ شَيْطَانًا مَرِيْدًا وَمِنْ شَرِّ كُلِّ جَبَّارٍ عَنِيْدًا فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقُلْ حَسْبِيَ اللّٰهُ لَااِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ. اِنَّ وَلِيِّ اللّٰهُ الَّذِىْ نَزَّلَ الْكِتٰبَ وَ هُوَ يَتَوَلَّى الصّٰلِحِيْنَ.

## ڇا اوهان خير برڪت ۽ دشمن کان نجات چاهيو ٿا ؟

ڇا اوهان کي دنيا ۽ آخرت جو خير ۽ برڪت گهرجي؟ ڇا اوهان کي ڪنهن دشمن تنگ ڪيو آهي؟ يا اوهان کي جادو يا سحر جو ڏپ آهي. يا ڪنهن اوهان مٿان جادو ڪيو آهي. يا ڪنهن اوهان جي مرداني قوت ٻڌي آهي تہ ان لاءِ هيءَ ”دعاءِ سيفي صغير“ حاضر آهي. هيءَ دعا صبح شام يارهن ڀيرا پڙهندا. انشاءَ الله هر مشڪل دور ٿي ويندي. مون کي حرم نبوي ۾ هڪ بزرگ ان جي اجازت عطا ڪئي هئي. آءُ هر سچي مؤمن کي ان جي اجازت ڏيان ٿو. جيڪو بہ خير ۽ برڪت لاءِ پڙهي ان کي مون فقير جي طرفان اجازت آهي.

رَبِّ اَدْخِلْنِي فِي لُجَّةِ بَحرِ اَحَدِيَّتِكَ، وَطَمْطامِ يَمِّ وَحْدانِيَّتِكَ، وَقَوِّنى بِقُوَّةِ سَطْوَةِ سُلْطَانِ فَرْدانِيَّتِكَ، حَتّىٰ اَخْرُجَ اِلىٰ فَضاءِ سَعَةِ رَحْمَتِكَ وَفِي وَجْهِي لَمَعَاتُ بَرْقِ الْقُرْبِ مِنْ آثارِ حِمايَتِكَ، مَهيباً بِهَيْبَتِكَ عَزِيْزًا بِعِنايَتِكَ مُتَجَلِّلاً مُكَرَّمًا بِتَعْلِيمِكَ وَتَزْكِيَتِكَ، واَلْبِسْنِي خِلَعَ الْعِزَّةِ. وَالْقَبُولِ وَسَهِّلْ لِى مَناهِجَ الْوُصْلَةِ والْوُصُولِ، وَتَوِّجْني بِتَاجِ الْكَرَامَةِ وَالْوَقارِ وَاَلِّفْ بَيْنِي وَبَيْنَ اَحِبّائِكَ فى دارِ الدُّنْيا وَدارِ الْقَرارِ، وارْزُقْنى مِنْ نُورِ اسْمِكَ هَيْبَةً وَسَطْوَةً تَنْقَادُ لِيَ الْقُلُوبُ

وَالأَرْواحُ، وَتَخْضَعُ لَدَيَّ النُّفُوسُ وَالْاَشْبَاحُ. يا مَنْ ذَلَّتْ لَهُ رِقابُ الْجَبابِرَةِ وَخَضَعَتْ لَدَيْهِ اَعْناقُ الاَكاسِرَةِ لا مَلْجَاَ وَلا مَنْجا مِنْكَ إلاّ اِلَيْكَ، وَلا اِعَانَةَ إلاّ بِكَ وَلاَ اِتّكاءَ إلاّ عَلَيْكَ. ادْفَعْ عَنّي كَيْدَ الْحاسِدينَ وَظُلُماتِ شَرِّ الْمُعانِدينَ وارْحَمْني تَحْتَ سُرادِقاتِ عَرْشِكَ يَا اَكْرَمَ الاَكْرَمِينَ.

اَيِّدْ ظاهِري في تَحْصيلِ مَرَاضِيْكَ وَنَوِّرْ قَلْبِي وَسِرّي بالاِطّلاعِ عَلى مَناهِجِ مَسَاعِيْكَ. اِلـهي كَيْفَ اَصْدُرُ عَنْ بَابِكَ بِخَيْبَةٍ مِّنْكَ وَقَدْ وَرَدْتُهُ عَلى ثِقَة بِكَ، وَكَيْفَ تُؤْيِسُنِي مِنْ عَطَائِكَ وَقَدْ اَمَرْتَنى بِدُعَائِكَ وَمَا اَنَا مُقْبِلٌ عَلَيْكَ مُلْتَجٍ

## ڇا اوهان هر مقصد ۾ ڪاميابي چاهيو ٿا؟

هي حضرت مولا علي ڪرم الله وجهہ الڪريم جو سيڪاريل درود شريف آهي. جيڪو هر مقصد ۾ ڪاميابي لاءِ آهي. هر مشڪل مان نجات لاءِ آهي. هر درد جي دور ڪرڻ ڪاڻ اڪسير آهي. هن پاڪ درود جي اجازت مون کي هڪ عربي بزرگ مدينہ منوره ۾ عطا ڪئي هئي. آءُ هر مشڪل زده ماڻهو کي ان جي پڙهڻ جي اجازت ڏيان ٿو. جيڪو ڪنهن غلط مقصد لاءِ پڙهي ان کي اجازت نہ آهي. اهو پنهنجي نقصان جو پاڻ ذميدار هوندو. اوهان هي درود روزانہ ايڪيهہ ڀيرا رات جو پڙهو.

اَللّٰهُمَّ دَاحِيَ اَلْمَدْحُوَّاتِ وَ دَاعِمَ اَلْمَسْمُوكَاتِ وَ جَابِلَ الْقُلُوبِ عَلَى فِطْرَاتِهَا شَقِيِّهَا وَ سَعِيدِهَا اِجْعَلْ شَرَائِفَ صَلَوَاتِكَ وَ نَوَامِيَ بَرَكَاتِكَ عَلَىٰ مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَ رَسُولِكَ اَلْخَاتِمِ لِمَا سَبَقَ وَ الْفَاتِحِ لِمَا انْغَلَقَ وَ اَلْمُعْلِنِ الْحَقَّ بِالْحَقِّ وَ الدَّافِعِ جَيْشَاتِ الْأَبَاطِيلِ وَ الدَّامِغِ صَوْلاَتِ الْأَضَالِيلِ كَمَا حُمِّلَ فَاضْطَلَعَ قَائِماً بِأَمْرِكَ مُسْتَوْفِزاً فِي مَرْضَاتِكَ غَيْرَ نَاكِلٍ عَنْ قُدُمٍ وَ لاَ وَاهٍ فِي عَزْمٍ وَاعِياً لِوَحْيِكَ حَافِظاً لِعَهْدِكَ مَاضِياً عَلَى نَفَاذِ أَمْرِكَ حَتَّى أَوْرَى قَبَسَ اَلْقَابِسِ وَ أَضَاءَ اَلطَّرِيقَ لِلْخَابِطِ وَ هُدِيَتْ بِهِ اَلْقُلُوبُ بَعْدَ خَوْضَاتِ اَلْفِتَنِ وَ اَلآثَامِ

وَ أَقَامَ بِمُوضِحَاتِ اَلْأَعْلاَمِ وَ نَيِّرَاتِ اَلْأَحْكَامِ فَهُوَ أَمِينُكَ اَلْمَأْمُونُ وَ خَازِنُ عِلْمِكَ اَلْمَخْزُونِ وَ شَهِيدُكَ يَوْمَ اَلدِّينِ وَ بَعِيثُكَ بِالْحَقِّ وَ رَسُولُكَ إِلَى اَلْخَلْقِ اَللَّهُمَّ اِفْسَحْ لَهُ مَفْسَحاً فِي ظِلِّكَ وَ اِجْزِهِ مُضَاعَفَاتِ اَلْخَيْرِ مِنْ فَضْلِكَ اَللَّهُمَّ وَ أَعْلِ عَلَى بِنَاءِ اَلْبَانِينَ بِنَاءَهُ وَ أَكْرِمْ لَدَيْكَ مَنْزِلَتَهُ وَ أَتْمِمْ لَهُ نُورَهُ وَ اِجْزِهِ مِنِ اِبْتِعَاثِكَ لَهُ مَقْبُولَ اَلشَّهَادَةِ مَرْضِيَّ اَلْمَقَالَةِ ذَا مَنْطِقٍ عَدْلٍ وَ خُطْبَةٍ فَصْلٍ اَللَّهُمَّ اِجْمَعْ بَيْنَنَا وَ بَيْنَهُ فِي بَرْدِ اَلْعَيْشِ وَ قَرَارِ اَلنِّعْمَةِ وَ مُنَى الشَّهَوَاتِ وَ أَهْوَاءِ اَللَّذَّاتِ وَ رَخَاءِ اَلدَّعَةِ وَ مُنْتَهَى اَلطُّمَأْنِينَةِ وَ تُحَفِ اَلْكَرَامَةِ.

هي درود الله جي نعمتن مان هڪ نعمت آهي.

عجائبات مولىٰ علي رضي الله عنہ مان هڪ عجيب تحفو آهي.

تاثير جي لحاظ کان بي مثال آهي.

چڙهئي گهوڙي تي نفعو ڏيندو آهي.

پر ايمان ۽ ايقان شرط آهي.

## ڇا اوهان عزت چاهيو ٿا ؟

عزت وڏي نعمت آهي. مال ۽ دولت تہ گهڻن وٽ آهي پر عزت ڪنهن ڪنهن جي نصيب ۾ ايندي آهي. اگر اوهان عزت چاهيو تہ ان لاءِ هي نبوي نسخو حاضر آهي.

اوهان معاف ڪرڻ سکو. جيڪو پيش پوي ان کي معاف ڪيو. جيڪو معافي گهري ان کي معاف ڪيو. ان طرح اوهان جي عزت وڌي ويندي. رسول ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

وَمَا زَادَ اللّٰهُ عَبْدًا بِعَفْوٍ إِلَّا عِزًّا.[1]

معافي ڏئي ڇڏڻ سان الله پاڻهي جي عزت ۾ واڌارو فرمائي ڇڏيندو آهي.

### ٻيو نسخو:

اگر اوهان پنهنجي عزت بلند ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پاڻ ۾ نيازمندي پيدا ڪيو. پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

مَنْ تَوَاضَعَ لِلّٰهِ تَعَالَىٰ رَفَعَهُ اللّٰهُ.[2]

جيڪو الله خاطر عاجزي اختيار ڪندو الله ان کي بلند فرمائي ڇڏيندو.

ان کان علاوه ٻيون بہ ڪجهہ ڳالهيون آهن:

---

[1] صحيح مسلم (4/ 2001) موطأ مالك (5/ 1456) مسند أحمد (14/ 552)

[2] حلية الأولياء وطبقات الأصفياء (7/ 129) شعب الإيمان (10/ 456)

1. عزت واري کي عزت ڏيو تہ عزت وٺو.

2. هر ڪنهن سان احسان ڪيو.

3. عزتدار ماڻهن سان ياري رکو.

4. پٽڪو پڙڇ پنهنجي عادت بڻايو.

5. خاموشي اختيار ڪيو.

## ڇا اوهان صحت چاهيو ٿا؟

1. ڪاڌي مٿان ڪاڌو نہ کائو.

2. ماني ڏسي کائو، پاڻي ڏسي پيئو.

3. اونڌا نہ سمهو.

4. بنا ٽيڪي واري ڇت تي نہ سمهو.

5. اڌ اُس اڌ ڇانوَ ۾ نہ ويهو.

6. روزا رکو. پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

صُوْمُوْا تَصِحُّوا.[1] روزا رکو صحت مند بڻجو.

7. ڪوڙهين کان ڪنارو ڪيو.

8. پيادل پنڌ گهڻو هلو.

9. ڪلونجي استعمال ڪيو.

10. مهيني جا ٽي صبح ماکي چٽيو.

---

[1] الطب النبوي لأبي نعيم الأصفهاني (1/236)



11. مديني جي هوائن ۾ ساهہ کڻو.

12. سير سياحت ڪيو.

13. گھڻي ويھڪ نہ ڪيو.

14. ڪمپيوٽر تي گھڻي دير نہ ويھو.

15. موبائيل گھٽ استعمال ڪيو.

## ڇا اوهان دولت چاهيو ٿا؟

1. الله جو شڪر ادا ڪيو.

2. واپار ڪيو.

3. سفر اختيار ڪيو. ڇو تہ رسول ڪريم ﷺ فرمايو آهي:

سَافِرُوا تَسْتَغْنِمُوا.[1]

سفر ڪيو تہ اوهان شاهوڪار ٿي ويندئو.

4. حج ۽ عمري ۾ متابعت ڪيو.

5. شادي ڪيو. اها رزق ۾ واڌارو ڪري ٿي.

6. ڪاروبار جو آغاز صبح کان ڪيو.

7. امڙ ۽ ابي جي خدمت ڪيو.

8. قناعت ۽ ڪفايت جي راهہ اپنايو.

9. گھڻي خيرات ڪيو.

10. پنهنجو حال ڪنهن سان ظاهر نہ ڪيو.

---

[1] الطب النبوي لأبي نعيم الأصفهاني (1/236)

## ڇا اوهان رزق جي ڪشادگي چاهيو ٿا؟

1. گهڻي خيرات ڪيو.
2. ڪثرتِ استغفار ڪيو.
3. غريبن بي سهارن جي مدد ڪيو.
4. الله ڪان ڊڄڻ ۽ تقويٰ اختيار ڪرڻ. ڇو تہ الله فرمايو:

وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّهٗ مَخْرَجًا ۙ وَّيَرْزُقْهُ مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ ۭ (الطلاق: 2-3)

۽ جيڪو الله ڪان ڊڄي ٿو تہ الله ان لاءِ (مشڪلاتن مان) نڪرڻ جو رستو پيدا فرمائي ٿو. ۽ ان کي اهڙي جاءِ تان روزي ڏئي ٿو جتي ان جو گمان بہ نہ ويندو هجي.

5. توڪل يعني الله تي ڀروسو رکڻ اختيار ڪيو.

عَنْ عُمَرَ بْنِ الْخَطَّابِ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ يَقُولُ سَمِعْتُ رَسُولَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَقُولُ لَوْ أَنَّكُمْ تَتَوَكَّلُونَ عَلَى اللّٰهِ حَقَّ تَوَكُّلِهِ لَرَزَقَكُمْ كَمَا تُرْزَقُ الطَّيْرُ تَغْدُو خِمَاصًا وَتَرُوحُ بِطَانًا.[1]

حضرت عمر رضي الله عنه ڪان روايت آهي چيائين تہ مون رسول الله ﷺ ڪان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ:

[1] الزهد والرقائق لابن المبارك والزهد لنعيم بن حماد (1/196) مسند أحمد (1/332) مسند الشهاب القضاعي (2/319) شعب الإيمان (2/404)

جيڪڏهن توهان الله جي مٿان ائين يقين رکو جيئن ان مٿان يقين رکڻ جو حق آهي تہ توهان کي اهڙي طرح رزق عطا ڪندو جيئن پکين کي رزق ڏنو ويندو آهي جو اهي صبح جو بکارا نڪرندا آهن ۽ شام جو ڍائجي پوءِ موٽندا آهن.

الله ڪريم هيئن بہ فرمايو آهي:

وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَى اللهِ فَهُوَ حَسْبُهٗ (الطلاق:3)

۽ جو ماڻهو الله تي ڀروسو ڪري ٿو تہ پوءِ الله ان جي لاءِ ڪافي آهي.

6. صلہ رحمي ڪيو.

عَنْ أَبِي هُرَيْرَةَ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ قَالَ سَمِعْتُ رَسُولَ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَقُولُ مَنْ سَرَّهُ أَنْ يُبْسَطَ لَهُ فِي رِزْقِهِ وَأَنْ يُنْسَأَ لَهُ فِي أَثَرِهِ فَلْيَصِلْ رَحِمَهُ.[1]

حضرت ابوهريره ﷺ کان روايت آهي چيائين تہ مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ جنهن کي اها ڳالهہ پسند هجي تہ ان جي رزق ۾ ڪشادگي ڪئي وڃي ۽ ان جي عمر ۾ اضافو ڪيو وڃي تہ پوءِ ان کي گهرجي تہ اهو صلہ رحمي ڪري.

7. صلاة الضحيٰ: چاشت جي نماز پڙهو.

8. خيرات جي ڪثرت ڪيو.

---

[1] صحيح البخاري (5/8) صحيح مسلم (1982/4) سنن أبي داود (133/2)

## ڇا اوهان چاهيو ٿا تہ شيطان ويجهو نہ اچي ؟

جي ها! تہ پوءِ توهان رات جو آيت الڪرسي پڙهي سمهندا ڪيو.
صحيح بخاري ۾ حديث آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ جنهن سمهڻ
کان اڳ ۾ آيت الڪرسي پڙهي هميشہ الله جي طرفان ان تي هڪ
محافظ مقرر رهندو. صبح تائين شيطان ان جي قريب نہ ايندو.

إِذَا أَوَيْتَ إِلَى فِرَاشِكَ فَاقْرَأْ آيَةَ الْكُرْسِيِّ لَنْ يَزَالَ مَعَكَ مِنَ
اللهِ حَافِظٌ وَلَا يَقْرَبُكَ شَيْطَانٌ حَتَّى تُصْبِحَ.[1]

جڏهن تون پنهنجي بستر تي (سمهڻ جي لاءِ) اچين تہ پوءِ آية
الڪرسي پڙهندو ڪر تہ الله تعاليٰ جي طرفان هڪ نگهبان تنهنجي
حفاظت ڪندو ۽ صبح تائين شيطان تنهنجي ويجهو نہ ايندو.

## ڇا اوهان ايذائيندڙ شين کان بچڻ چاهيو ٿا ؟

جي ها! تہ پوءِ سورة البقرة جون آخري ٻہ آيتون صبح شام
پڙهندا ڪيو. الله اوهان جي حفاظت فرمائيندو.
جيئن صحيح بخاري ۾ حديث آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ جنهن
اهي ٻئي آيتون پڙهيون تہ اهي هر ايذائيندڙ شيءِ کان ان جي
ڪفايت ڪنديون.

---

[1] صحيح البخاري (6 / 188) السنن الكبرى للنسائي (9 / 351) عمل اليوم والليلة للنسائي (ص: 533) صحيح ابن خزيمة (4 / 91) شرح السنة للبغوي (4 / 461)

عَنْ أَبِي مَسْعُودٍ الْبَدْرِيِّ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ قَالَ قَالَ رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ الآيَتَانِ مِنْ آخِرِ سُورَةِ الْبَقَرَةِ مَنْ قَرَأَهُمَا فِي لَيْلَةٍ كَفَتَاهُ.[1]

حضرت ابومسعود بدري ﷺ کان روايت آهي چيائين تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ سورة بقره جون آخري ٻہ آيتون جنهن ماڻهو رات جو تلاوت ڪيون تہ اهي ٻئي ان کي هر آفت کان بچائڻ لاءِ ڪافي ٿي وينديون. اهي آيتون هي آهن:

اٰمَنَ الرَّسُوْلُ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْهِ مِنْ رَّبِّهٖ وَ الْمُؤْمِنُوْنَ ؕ كُلٌّ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَ مَلٰٓئِكَتِهٖ وَ كُتُبِهٖ وَ رُسُلِهٖ ۟ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ ۟ وَ قَالُوْا سَمِعْنَا وَ اَطَعْنَا ٭ غُفْرَانَكَ رَبَّنَا وَ اِلَيْكَ الْمَصِيْرُ ۝ لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا ؕ لَهَا مَا كَسَبَتْ وَ عَلَيْهَا مَا اكْتَسَبَتْ ؕ رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَآ اِنْ نَّسِيْنَآ اَوْ اَخْطَاْنَا ۚ رَبَّنَا وَ لَا تَحْمِلْ عَلَيْنَآ اِصْرًا كَمَا حَمَلْتَهٗ عَلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِنَا ۚ رَبَّنَا وَ لَا تُحَمِّلْنَا مَا لَا طَاقَةَ لَنَا بِهٖ ۚ وَ اعْفُ عَنَّا ۫ وَ اغْفِرْ لَنَا ۫ وَ ارْحَمْنَا ۫ اَنْتَ مَوْلٰىنَا فَانْصُرْنَا عَلَى الْقَوْمِ الْكٰفِرِيْنَ ۝

(البقرة: 285-286)

---

[1] صحيح البخاري (5/84) صحيح مسلم (1/554) سنن ابن ماجه (1/435)

## ڇا اوهان فطرت جو موت چاهيو ٿا؟

اوهان اگر اسلام تي ۽ فطرتِ انساني تي پنهنجو موت چاهيو ٿا تہ پوءِ ٻڌو صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ حديث آهي تہ جيڪو ماڻهو رات جو هي دعا پڙهي ۽ ان رات مري وڃي تہ اهو فطرت جي موت مري ويو. سڀ کان آخري ڪلام توهان جي اها دعا هجڻ گهرجي.

اَللّٰهُمَّ أَسْلَمْتُ نَفْسِي إِلَيْكَ وَوَجَّهْتُ وَجْهِي إِلَيْكَ وَفَوَّضْتُ أَمْرِي إِلَيْكَ وَأَلْجَأْتُ ظَهْرِي إِلَيْكَ رَغْبَةً وَرَهْبَةً إِلَيْكَ لَا مَلْجَأَ وَلَا مَنْجَا مِنْكَ إِلَّا إِلَيْكَ آمَنْتُ بِكِتَابِكَ الَّذِي أَنْزَلْتَ وَبِنَبِيِّكَ الَّذِي أَرْسَلْتَ.[1]

## ڇا اوهان برائين جي پاڙ پٽڻ چاهيو ٿا؟

ڪنهن وڻ جو وجود پاڙ جي سهاري هوندو آهي. ٽڙ لامون ٽاريون، ميوا سڀ ڪجهہ پاڙ مان پيدا ٿيندا آهن. سڀني برائين ۽ گناهن جي پاڙ شراب يعني نشو آهي. بلڪ اهو سڀ گناهن جي ماءُ آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو:

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِنَّمَا الْخَمْرُ وَ الْمَيْسِرُ وَ الْاَنْصَابُ وَ الْاَزْلَامُ رِجْسٌ مِّنْ عَمَلِ الشَّيْطٰنِ فَاجْتَنِبُوْهُ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ۝

---

[1] صحيح البخاري (8/69) صحيح مسلم (4/2082)

إِنَّمَا يُرِيدُ الشَّيْطٰنُ اَنْ يُّوْقِعَ بَيْنَكُمُ الْعَدَاوَةَ وَ الْبَغْضَآءَ فِي الْخَمْرِ وَ الْمَيْسِرِ وَ يَصُدَّكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ وَعَنِ الصَّلٰوةِ فَهَلْ اَنْتُمْ مُّنْتَهُوْنَ ﴿٩١﴾ (المائدة: 90_91)

اي ايمان وارؤ! شراب ۽ جواءِ (پوڃا لاءِ) ڪڙا ڪيل بت ۽ ڍارا (قسمت معلوم ڪرڻ لاءِ فال جا تير) تہ صرف بڇڙا شيطاني ڪم آهن پوءِ انهن ڪان بچو تہ جيئن اوهان ڪاميابي ماڻيو. شيطان تہ صرف اهو ئي چاهي ٿو تہ شراب ۽ جُوا جي سبب اوهان جي وچ ۾ دشمني ۽ بغض وجهي ۽ اوهان کي الله جي ذڪر ۽ نماز ڪان روڪي. ڇا پوءِ اوهان (انهن ڪمن ڪان) رڪجڻ وارا آهيو؟

هن آيت ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ شراب ڪان منع فرمائي.

رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

اجْتَنِبُوا الْخَمْرَ فَإِنَّهَا مِفْتَاحُ كُلِّ شَرٍّ.[1]

شراب ڪان بچو چو تہ اهو هر برائيءَ جي ڪنجي آهي.

اجْتَنِبُوا الْخَمْرَ فَإِنَّهَا أُمُّ الْخَبَائِثِ.[2]

شراب ڪان بچو چو تہ اهو سڀني براين جي ماءُ آهي.

سو اگر اوهان برائي جي پاڙ پٽڻ چاهيو ٿا تہ شراب ڪان رڪجي وڃو.

---

[1] سنن النسائي (8/315)

[2] سنن النسائي (8/315)

جيڪو شراب ڪان نہ ٿو بچي اهو الله ۽ ان جي رسول جي ہي فرماني ڪري رهيو آهي. سڄڻي نبي ڪريم ﷺ جن شراب پيئڻ واري ۽ پيارڻ واري تي الله جي لعنت جو اعلان ڪيو آهي.[1]

شراب يا ڪو بہ نشو اهو آلو هجي يا سُڪو، کائڻ جو هجي يا پيئڻ جو. هر نشي واري شيءِ خمر آهي ۽ هر خمر حرام آهي. ان جا بيحد نقصانات آهن. صحت ۾، مال ۾، دين ۾، دنيا ۾، آخرت ۾ ان جون اڪيچار خرابيون آهن. انهن مان ڪجھ بطور نموني جي پيش آهن:

1. شراب ۽ نشو عقل کي وڃائڻ وارو آهي.
2. خرد ۽ دانش کي پردن ۾ آڻڻ وارو آهي.
3. ماڻهو کي غفلت ۾ وجهي ٿو.
4. ان ۾ مال جو نقصان آهي.
5. مٽي جو سور آهي.
6. شراب پليت آهي ۽ اهو شيطان جو عمل آهي.

---

[1] إِنَّ اللهَ لَعَنَ الْخَمْرَ وَعَاصِرَهَا وَمُعْتَصِرَهَا وَحَامِلَهَا وَالْمَحْمُولَةَ إِلَيْهِ وَشَارِبَهَا وَبَائِعَهَا وَمُبْتَاعَهَا وَسَاقِيَهَا وَمُسْقَاهَا صحيح ابن حبان (12 / 179) المستدرك على الصحيحين للحاكم (4 / 161) إِنَّ اللهَ عَزَّ وَجَلَّ لَعَنَ الْخَمْرَ وَعَاصِرَهَا وَمُعْتَصِرَهَا وَشَارِبَهَا وَحَامِلَهَا وَالْمَحْمُولَةَ إِلَيْهِ وَبَائِعَهَا وَمُبْتَاعَهَا وَسَاقِيَهَا وَمُسْتَقِيَهَا مسند أحمد (5 / 74) الدعاء للطبراني (ص 578) كنز العمال (5 / 350) لَعَنَ رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فِي الْخَمْرِ عَشَرَةً عَاصِرَهَا وَمُعْتَصِرَهَا وَشَارِبَهَا وَحَامِلَهَا وَالْمَحْمُولَةَ إِلَيْهِ وَسَاقِيَهَا وَبَائِعَهَا وَآكِلَ ثَمَنِهَا وَالْمُشْتَرِي لَهَا وَالْمُشْتَرَاةَ لَهُ سنن الترمذي (3 / 581) شرح السنة للبغوي (8 / 31)

7. شراب سبب ماڻهن جي وچ ۾ دشمني ۽ بغض پيدا ٿئي ٿو.

8. شراب، الله جي ذڪر کان روڪي ٿو.

9. شراب نماز کان رڪاوٽ وجهي ٿو.

10. شراب زنا ۽ بي حيائي ڏانهن سڏي ٿو.

11. شرابي جي اکين منجهان مِهر مروت، حيا ۽ ادب موڪلائي وڃي ٿو.

12. شرابي کي ماءُ، ڀيڻ، ڌيءُ جي ساڃاهه نه ٿي رهي.

13. شراب اندر مان غيرت جو صفايو ڪري ڇڏي ٿو.

14. شراب ذلت، خواري، پريشاني ۽ پشيماني جو منهن ڏيکاري ٿو.

15. شراب چڱي ڀلي کي چرين جي قطار ۾ آڻي بيهاري ٿو.

16. شرابي کي برن نالن سان سڏيو وڃي ٿو.

17. شراب قتل، بي حيائي ۽ برائي ڏانهن اڀاري ٿو.

18. شراب پردا چاڪ ڪري ٿو.

19. شراب قبيح برن ۽ گندن ڪمن ڏانهن اڀاري ٿو.

20. شراب سبب پاڪيزه شين جي تعظيم نڪري وڃي ٿي.

21. شراب تي هميشگي ڪرڻ وارو ائين آهي جيئن ڪو بُتن جو پوڄاري هجي.

22. شراب گناهن جو مجموعو آهي.

23. برائين جي ڪنجي آهي.

24. نعمتن کي وڃائڻ وارو آهي.

25. مصيبتن کي آڻڻ وارو آهي.

26. جنهن دنيا ۾ شراب پيتو ان کي آخرت جو "شَرَابًا طَهُوْرًا" نہ ڏنو ويندو.

27. شراب تي هميشگي ڪرڻ وارو جڏهن مرندو تہ ان کي توبهہ جي توفيق نہ ملندي.

28. شرابي جنت ۾ نہ ويندو.

29. شرابي جون الله نيڪيون قبول نہ ٿو ڪري.

30. شرابي جو ايمان ائين نڪري وڃي ٿو جيئن ڪو پنهنجي قميص لاهي ڇڏي.

31. شرابي تي شرعي حد (80) آسِي ڪوڙا هڻڻ آهي.

32. شرابي اڪثر بيمارين ۾ مبتلا رهي ٿو.

33. شرابي تي الله جي لعنت وسي ٿي.

الله ڪريم شال شراب کان بچائي.

34. شرابي جي دل جون شريانيون بند ٿي وڃن ٿيون.

35. شرابي دل جو مريض بڻجي وڃي ٿو.

36. شرابي جو جسم ڪمزور ٿي وڃي ٿو.

37. شرابي جي معدي ۾ مرض پيدا ٿين ٿا.

38. شرابي جي چهري جي رونق موڪلائي وڃي ٿي.

39. شرابي جو اولاد حسرتن وارو بڻجي وڃي ٿو.

40. شرابي کي مرگھي ٿي سگھي ٿي.
41. ان کي جُنون ۽ اھڙا ٻيا مرض لاڳو ٿي سگھن ٿا.
42. شرابي جو حافظو ڪمزور ٿي وڃي ٿو.
43. شراب عقل کي بگاڙي ٿو.
44. مزاج کي خراب ڪري ٿو.
45. عزت جي بربادي آھي.
46. اعصابن کي ڪمزور ڪري ٿو.
47. شرابي پنھنجي جان کي بہ نقصان ڏئي ٿو ۽ ٻين ماڻھن کي بہ نقصان ڏئي ٿو.
48. شرابي کان ان جي گھر جا ڀاتي بہ بيزار ٿي وڃن ٿا.
49. شراب جسماني ۽ روحاني طرح ڪمزور ڪري ڇڏي ٿو.
50. شرابي سست، ڪاھل ۽ پَست هِمت بنجي وڃي ٿو.
51. شراب جِگر ۽ ڦِڦڙن جي ضعيفي جو سبب بنجي ٿو.
52. شراب ھاضمي جي قوت کي برباد ڪري ڇڏي ٿو.
53. شرابي مسڪين، مفلس ۽ ڪنگال بنجي وڃي ٿو.
54. شرابي جي ٻُڪ ميٽجي وڃي ٿي.
55. شرابي جو گھراڻو ئي پريشان رھي ٿو.
56. شرابي تناسلي بيمارين ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو.
57. دنيا ۾ ٿيندڙ حادثن جو چاليھ سيڪڙو شراب سبب ٿين ٿا.
58. شرابي جو چھرو بگڙي وڃي ٿو.

59. شرابي کان نيڪ انسان نفرت ڪن ٿا.

60. شرابي قيامت ڏينهن ايندو ته الله ان مٿان ڏمريل هوندو.

اگر اوهان انهن سڀني نقصانن کان بچڻ چاهيو ٿا ته يڪدم شراب پيئڻ بند ڪيو. اوهان کي شراب ڇڏڻ سان ڪجھ ڪو نه ٿيندو. بس اوهان اڳو ارادي جي قوت مضبوط رکو.

## ڇا اوهان سگريٽ پيئندا آهيو؟

نه نه ائين نه هوندو! اوهان جهڙو سياڻو سيبتو ماڻهو ڇو اهو زهر جو ڍڪ پيئندو! آءُ نه ٿو سمجهان ته اوهان ڪو سگريٽ نوشي ڪندا هوندئو. پر جي واقعي اوهان ان علت ۾ مبتلا آهيو ته پوءِ ٻڌو اهو دونهون ته اوهان جي دين ۽ دنيا کي برباد ڪري ڇڏيندو. اوهان جو ظاهر ۽ باطن ڪارو ڪري ڇڏيندو. ڇا اوهان کي خبر آهي ته ان دونهين پيئڻ جا ڪهڙا ڪهڙا اُگرا نتيجا نڪرن ٿا؟

ته پوءِ دل جهلي ٻُڌو!!

1. دونهين پيئڻ سان دل بيمار ٿئي ٿي.
2. سگريٽ نوشي سبب دل جگر ڪمزور بنجن ٿا.
3. سگريٽ نوشي جسم جو رنگ بدلائي ٿي. ڦڪو بنائي ٿي خصوصا ڏندن جو رنگ مٽائي ٿي.
4. بلغم وڌي ٿو.
5. ڪنگهه ٿئي ٿي.

6. سيني جون بيماريون پيدا ٿين ٿيون.

7. ڦڦڙن جون بيماريون ۽ دل جون بيماريون ۽ سِڪتي جي بيماري سگريٽ نوشي مان ٿئي ٿي.

8. سگريٽ نوشي وات جو ذائقو متائي ٿي.

9. هاضمي جو نظام خراب ڪري ٿي.

10. بک گهٽائي ڇڏي ٿي.

11. رت جي ڳاڙهن جزن کي نقصان پهچائي ٿي.

12. ساهه جون بيماريون پيدا ڪري ٿي.

13. دونهون خبيث شيء آهي جيڪو سليم طبعيت کي هرگز پسند نہ ايندو آهي.

14. دونهين سبب مال جو نقصان آهي.

15. اهو اسراف ۽ تبذير ۽ الله جي بي فرماني آهي.

16. سگريٽ نوشي وهم جي بيماري پيدا ڪري ٿي.

17. وات ۾ بدبوء پيدا ٿئي ٿي.

18. ان جي بدبوء سبب انسانن توڙي ملائڪن کي ايذاء پهچي ٿو.

19. سگريٽ نوشي ۾ دين، دنيا ۽ آخرت جو نقصان آهي.

20. ڇهري ۽ ڇپن کي جلائي ٿي.

21. ڏندن کي گدلو بنائي ٿي.

22. ڦِڦڙن جو مرض پيدا ٿئي ٿو.

23. اکين جي نظر ڪمزور ٿئي ٿي.

24. اعصابن ۾ فتور پيدا ٿئي ٿو.

25. دونهون پيئڻ صحت کي سخت هاڃو رسائي ٿو.

عربيءَ جو پهاڪو آهي:

اِشْرَبْ نَارًا وَادْفَعْ دِيْنَارًا. باهه پيئو پيسا ساڙيو.

26. سگريٽ نوشي بدن جو نقصان ۽ مال جو نقصان آهي.

27. دونهون پيئڻ شريعت ۾ حرام آهي.

28. اهو عقل ۽ فطرت جي خلاف آهي.

29. حُقي نوشي جي ڪري ڦڦڙن جو ڪينسر پيدا ٿئي ٿو.

30. اهو پيسو جيڪو ان دونهين ۾ ساڙيو ٿا اهو پنهنجي ٻچن ۽ اهل عيال جي خرچن جي حق تلفي ڪيو ٿا.

31. تہ پوءِ پيرَن کي، استادن کي ۽ اڳواڻن کي تہ بطور خاص سگريٽ نوشي کان ڪنارو ڪرڻ گهرجي.

## ٿورو سوچيو!

سگريٽ، ٻيڙي ۽ حُقي پيئڻ کان اڳ ۾ ڪجهه غور و فڪر ڪيو! دونهون حلال آهي يا حرام؟ نفعي وارو آهي يا نقصان وارو؟ پاڪ آهي يا پليت؟ خوشبوئدار آهي يا بدبوئدار؟ اوهان جي دل اوهان کي ٻڌائيندي تہ اهو بدبوئدار، نقصانڪار پليت ۽ حرام آهي.

تہ پوءِ خدارا خدارا !

سگريٽ نوشي کان پرهيز ڪيو.

الله جي واسطي رسول الله ﷺ جي صدقي!

ان زهر کي ڇڏي ڏيو.

اوهان ان جي ڇڏڻ جو پڪو ارادو ڪيو.

الله اوهان کي استقامت عطا ڪندو!

سگريٽ جي عيوض ڏندڻ استعمال ڪيو.

اهڙن يارن کان ڪنارو ڪيو ...

جيڪي مفت ۾ سگريٽ جو ٽوٽو پيش ڪن ٿا.

برو يار نانگ کان بہ خطرناڪ هوندو آهي.

نانگ جو ڏنگيل شهيد پر بري يار جو ڏنگيل جهنمي.

ويھ تني سان ويھ، جيڪي ويهي ٿا ڇاٽن،

ويھ نہ ساڻ ٿين، متان ويهي وقت وڃائيين.

## ڇا اوهان کي ڪُنجي گهرجي؟

تہ پوءِ پڙهو!!!

- نماز جي ڪنجي وضو آهي.
- حج جي ڪنجي احرام آهي.
- نيڪي جي ڪنجي سچائي آهي.
- علم جي ڪنجي پڇڻ آهي.
- ڪاميابي جي ڪنجي صبر آهي.
- ڀلائي جي ڪنجي تقويٰ آهي.
- وڏائڻ جي ڪنجي شڪر آهي.
- ولايت جي ڪنجي ذڪر آهي.
- آخرت جي نعمتن جي ڪنجي زهد آهي.
- توفيق جي ڪنجي رغبت آهي.
- قبوليت جي ڪنجي دعا آهي.
- ايمان جي ڪنجي تفڪر آهي.
- الله جي حضور ۾ وڃڻ جي ڪنجي اخلاص آهي.
- دل جي زندگي جي ڪنجي تدبر سان قرآن پڙهڻ آهي.
- رزق جي ڪنجي استغفار آهي.
- رحمت جي ڪنجي الله جي مخلوق سان احسان ڪرڻ آهي.
- عزت جي ڪنجي الله ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري آهي.
- هر خير جي ڪنجي آخرت جي گهر جي رغبت رکڻ آهي.

- هر گناهہ جي ڪنجي شراب آهي.
- زنا جي ڪنجي ڳائڻ وڄائڻ آهي.
- محرومي جي ڪنجي سُستي آهي.
- ڪفر جي ڪنجي الله جي بي فرماني آهي.
- نفاق جي ڪنجي ڪوڙ آهي.
- عشق جي ڪنجي سهڻين صورتن کي ڏسڻ آهي.
- بخل جي ڪنجي حرص آهي.
- بدعت جي ڪنجي سنت کان منهن موڙڻ آهي.
- هر برائي جي ڪنجي دنيا جي محبت آهي.
- جنت جي ڪنجي لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ آهي. ان جا ڏندا اسلام جا پنج فرض: نماز، روزو، حج، زڪواة ۽ ڪلمو پڙهڻ آهي.
- محبت جي ڪنجي ديدار آهي.
- دوري جي ڪنجي قرض ڪڻڻ آهي.
- برڪت جي ڪنجي شڪر آهي.

## ڇا اوهان کي برائي قبول آهي يا ڀلائي ؟

تہ پوءِ ٿورو غور ڪيو !

- شراب برائي آهي ان جي عيوض اوهان لاءِ الله ڪريم ٿڌا، مٺا سوين قسمن جا شربت ٺاهيا آهن، اهي ڀلائي آهن.
- وياج حرام ۽ برائي آهي ان جي عيوض الله توهان جي لاءِ نفعي وارو واپار بنايو آهي اها ڀلائي آهي.
- حرام شيون برائي آهن، ان جي عيوض حلال شيون اوهان لاءِ ڀلائي آهن.
- ريشم حرام ۽ برائي آهي. ان جي عيوض هزارين قسمن جا قيمتي ڪپڙا اوهان جي لاءِ حلال ۽ ڀلائي آهن.
- زنا ۽ ڇوڪري بازي حرام ۽ برائي آهي ان جي عيوض توهان لاءِ ڇڙن تائين نڪاح ڪرڻ حلال ۽ ڀلائي آهي.
- ڳائڻ وڄائڻ برائي آهي ان جي عيوض قرآن، نبي جي نعت توهان لاءِ ڀلائي آهي.
- خبيث شيون توهان جي لاءِ برائي آهن ان جي عيوض لذيذ، عجيب مزيدار کاڌا پاڪيزه توهان جي لاءِ ڀلائي آهن.

پوءِ ڇا کي اختيار ڪندئو؟ ڀلائي کي يا برائي کي!!

## ڇا اوهان پاڪيزه زندگي چاهيو ٿا؟

جي ها ! اگر اوهان پاڪيزه زندگي چاهيو ٿا، جنهن ۾ غم الم نہ هجن، پريشانيون ۽ پشيمانيون نہ هجن. ذهني سڪون هجي ۽ قلبي قرار هجي تہ پوءِ اوهان کي ٽي ڪم ڪرڻا پوندا.

1. الله ۽ انجي حبيب ڪريم ﷺ جي مٿان سچو ايمان.
2. نيڪ ۽ صالح عمل.
3. خلوصِ نيت.

رب العالمين فرمايو آهي تہ:

مَنْ عَمِلَ صَالِحًا مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَ هُوَ مُؤْمِنٌ فَلَنُحْيِيَنَّهٗ حَيٰوةً طَيِّبَةً ۚ وَلَنَجْزِيَنَّهُمْ اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۹۷﴾

(النحل: 97)

جيڪو ماڻهو چڱو عمل ڪري (پوءِ) مرد هجي يا عورت ان حال ۾ جو اهو مؤمن هجي تہ اسان ضرور ان کي (دنيا ۾) پاڪيزه زندگي سان جيارينداسين. ۽ (آخرت ۾) انهن ماڻهن کي ضرور انهن جو اجر ڏينداسين انهن سهڻن عملن جي عيوض جيڪي اهي ڪندا هئا.

## ڇا اوهان ٽريفڪ ۾ ڦاسي پيا آهيو؟

اڳيان روڊ بلاڪ آهي. اوهان ٽريفڪ يا رش ۾ ڦاسي پيا آهيو تہ بار بار هيءَ دعا پڙهو جلدي آساني جو رستو کلي پوندو:

اَللّٰهُمَّ فَارِجَ الْهَمِّ، كَاشِفَ الْغَمِّ، مُجِيبَ دَعْوَةِ الْمُضْطَرِّينَ، رَحْمَانَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَرَحِيمَهُمَا، أَنْتَ تَرْحَمُنِي، فَارْحَمْنِي بِرَحْمَةٍ تُغْنِينِي بِهَا عَنْ رَحْمَةِ مَنْ سِوَاكَ.

## ڇا اوهان نياڻي جي شادي ڪرائڻ چاهيو ٿا؟

پر اوهان جا مالي حالات ٺيڪ نہ آهن. يا اوهان مقروض آهيو؟ قسم سان ٿو چوان اگر اوهان مٿان سون جي جبل جيترو بہ قرض هجي تہ بہ هن دعا جي پڙهڻ سان قرض لهي ويندو. نياڻي جي شادي لاءِ اوهان تي غيبي رستا رب ڪريم کوليندو.

اَللّٰهُمَّ فَارِجَ الْهَمِّ، كَاشِفَ الْغَمِّ، مُجِيبَ دَعْوَةِ الْمُضْطَرِّينَ، رَحْمَانَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَرَحِيمَهُمَا، أَنْتَ تَرْحَمُنِي، فَارْحَمْنِي بِرَحْمَةٍ تُغْنِينِي بِهَا عَنْ رَحْمَةِ مَنْ سِوَاكَ. [1]

---

[1] عَنْ عَائِشَةَ، أَنَّ أَبَا بَكْرٍ الصِّدِّيقَ رضي الله عنه دَخَلَ عَلَيْهَا فَقَالَ: هَلْ سَمِعْتِ مِنْ رَسُولِ اللَّهِ ﷺ دُعَاءً كَانَ يُعَلِّمُنَاهُ، وَذَكَرَ أَنَّ عِيسَى ابْنَ مَرْيَمَ عَلَيْهِمَا السَّلَامُ كَانَ يُعَلِّمُهُ أَصْحَابَهُ وَيَقُولُ: "لَوْ كَانَ عَلَى أَحَدِكُمْ جَبَلٌ ذَهَبٍ دَيْنًا لَقَضَاهُ اللَّهُ عَزَّ وَجَلَّ عَنْهُ: اللَّهُمَّ فَارِجَ الْهَمِّ، كَاشِفَ الْغَمِّ، مُجِيبَ دَعْوَةِ الْمُضْطَرِّينَ رَحْمَانَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ وَرَحِيمَهُمَا، أَنْتَ رَحْمَانِي فَارْحَمْنِي رَحْمَةً تُغْنِينِي بِهَا عَنْ رَحْمَةِ مَنْ سِوَاكَ" قَالَ أَبُو بَكْرٍ رضي الله عنه فَكَانَ عَلَيَّ بَقِيَّةٌ مِنْ دَيْنٍ وَكُنْتُ لِلدَّيْنِ كَارِهًا فَكُنْتُ أَدْعُو بِذَلِكَ حَتَّى قَضَاهُ اللَّهُ عَزَّ وَجَلَّ عَنِّي
المستدرك للحاكم (1/696) الدعاء للطبراني (ص: 317) الدعوات الكبير (1/412)

## ڇا اوهان کي جنت ۾ حبيب ڪريم ﷺ جو پاڙو کپي

يقينًا اها اوهان جي دلي خواهش هوندي تہ آخرت ۾ اوهان مديني واري مير ﷺ جا پاڙيسري هجو. تہ پوءِ ان جو آسان نسخو آهي. ياد ڪيو ان مٿان عمل ڪيو.

1. مديني واري سائين سان.
2. حضرت مولا علي ڪرم الله وجهہ الڪريم سان.
3. سيدة فاطمة الزهراءِ سان.
4. حضرت امام حسن سان.
5. حضرت امام حسين سان. عليهم السلام.

انهن پنج تن پاڪن سان دلي محبت رکو تہ يقينًا اوهان کي جنت ۾ حبيب ڪريم ﷺ جو پاڙو نصيب ٿيندو. ان جو وعدو پاڻ ڪريم ﷺ خود فرمايو آهي:

مَنْ أَحَبَّنِي وَأَحَبَّ هَذَيْنِ وَأَبَاهُمَا وَأُمَّهُمَا كَانَ مَعِيْ فِي دَرَجَتِي يَوْمَ الْقِيَامَةِ.[1]

جنهن مون سان محبت رکي ۽ هنن ٻنهين شهزادن (يعني حسن ۽ حسين) سان محبت رکي ۽ انهن جي والدين (يعني حضرت علي ۽ سيده فاطمة الزهراءَ رضي الله عنهم) سان محبت رکي تہ اهو قيامت جي ڏينهن منهنجي درجي ۾ مون سان گڏ هوندو.

---

[1] سنن الترمذي (5/642) مسند أحمد (2/18) الشريعة للآجري (5/2151)

## ڇا اوهان نبي ڪريم ﷺ جو ديدار چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ ڪثرت سان هي درود پڙهو.

جَزَي اللهُ تعالىٰ عَنَّا نَبِيَّنَا مَاهُوَ اَهْلُهُ.

## ڇا اوهان جهنگ ۾ رستو ڀلجي ويا آهيو؟

نہ ڪو ماڻهو آهي، نہ ڪو رهبر ۽ رهنما تہ نہ گهٻرايو اوهان اوچي جاءِ تي بيهي پڪاريو:

اَعِيْنُوْنِيْ يَا عِبَادَ اللهِ.[1]

الله جي طرفان اوهان لاءِ ڪو نہ ڪو غيبي مددگار اچي ويندو.

## ڇا اوهان جو حافظو ڪمزور آهي؟

تہ پوءِ روزانو صبح جو نيرانو ڪلونجي جا ست داڻا چٻاڙي کائو.

گلاب جو عرق ماني ۾ يا پيت ۾ ملائي کائو.

## ڇا اوهان شگر جي بيماري کان نجات چاهيو ٿا؟

ٽي عدد ڀينڊيون ڪنارا ڪٽي پاڻيءَ جي گلاس ۾ پُسائي رکو.

صبح جو سويل اهو پاڻي نيرانو پي ڇڏيو.

## ڇا اوهان جي نظر ڪمزور آهي؟

ساوڪ ڏانهن گهڻو نهاريو.

موبائيل فون، ڪمپيوٽر جو استعمال گهٽايو. خصوصا اونداهي ۾ موبائيل ۾ گهڻو نہ نهاريو.

---

[1] مسند البزار (11 / 181) تحفة الذاكرين بعدة الحصن الحصين (ص: 238)

هر فرض نماز جو سلام ڦيرائڻ کانپوءِ يارهن ڀيرا اسم مبارڪ پڙهو:

يَا نُوْرُ يَا نُوْرُ يَا نُوْرُ.

پوءِ آڱرين جي ننهن تي ڦوڪاري اکين سان گهمايو.

## ڇا اوهان چانس چاهيو ٿا؟

اگر اوهان بي ساعت آهيو. ماڻهو اوهان کان نفرت ڪن ٿا. پنهنجا توڙي پراوا ڏور ٿين ٿا ته گهٻرايو نه. هي عمل شروع ڪيو ته اوهان جي چانس کي چار چنڊ لڳي ويندا.

- جو ڪجهه ماڻهن وٽ آهي ان ۾ لالچ نه رکو.
- الله مٿان اعتماد ۽ ڀروسو رکو.
- "حَسْبِيَ اللهُ الْحَسِيْبُ" روزانه به سو ڀيرا پڙهو.

## ڇا اوهان ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ چاهيو ٿا؟

ماڻهن جي دلين ۾ اوهان جي محبت پيدا ٿئي، ڏاريا به دوست بڻجن، دوست دلدار بڻجن. ماڻهو ڪشان ڪشان اوهان وٽ اچن. اگر اوهان پير آهيو، ماڻهن جي دل ۾ اوهان لاءِ ڪشش ۽ قربت پيدا ٿئي. اگر اوهان عالم، مقرر واعظ آهيو چاهيو ٿا ته ماڻهو اوهان جون دعوتون ڪن، اوهان کي نذرانا تحفا عطا ڪن. اگر اوهان دڪاندار آهيو اوهان وٽ گراهڪ اچن ئي نه ٿا ۽ چاهيو ٿا ته اوهان وٽ گراهڪن جون قطارون هجن. اگر اوهان ڪاروباري يا واپاري آهيو چاهيو ٿا ته،

اوهان وٽ ماڻهن جو ميلو لڳي وڃي ته پوءِ هن وظيفي کي اپنايو. سورة وَالْعَادِيَاتِ ضَبْحًا[1] روزانو هڪ سو ويهه ڀيرا پڙهو ايڪيتاليهه ڏينهن تائين. پوءِ ويهي مزا ڏسو!!

## ڇا اوهان کي بک لڳي آهي؟

جيستائين ماني پاڻي پهچي اوهان بک کان بيتاب آهيو، اڄ کان بي آب آهيو ته هن اسم کي بار بار پڙهندا رهو:

يا لطيف، يا لطيف، يا لطيف

## ڇا اوهان کي سنڌن ۾ سور آهي؟

وڏو گوشت کائڻ بلڪل بند ڪيو.

رات جي ماني کائڻ بعد يڪدم نه سمهو بلڪ ڪجهه دير پيادل هلو. ڪجهه ورزش ڪيو.

## ڇا اوهان وڏين بيمارين کان بچڻ چاهيو ٿا؟

انسانن لاءِ بيماريون بيشمار آهن پر ڪي ڪي مرض وڏا موذي هوندا آهن جيڪي واقعي به پريشان ڪري وجهندا آهن. جيئن: شگر، ڪينسر، هيپاٽائيٽس، دل جون بيماريون، جگر گردن جون بيماريون وغيره.

---

[1] وَ الْعٰدِيٰتِ ضَبْحًا ۙ فَالْمُوْرِيٰتِ قَدْحًا ۙ فَالْمُغِيْرٰتِ صُبْحًا ۙ فَاَثَرْنَ بِهٖ نَقْعًا ۙ فَوَسَطْنَ بِهٖ جَمْعًا ۙ اِنَّ الْاِنْسَانَ لِرَبِّهٖ لَكَنُوْدٌ ۚ وَ اِنَّهٗ عَلٰى ذٰلِكَ لَشَهِيْدٌ ۚ وَ اِنَّهٗ لِحُبِّ الْخَيْرِ لَشَدِيْدٌ ۗ اَفَلَا يَعْلَمُ اِذَا بُعْثِرَ مَا فِى الْقُبُوْرِ ۙ وَ حُصِّلَ مَا فِى الصُّدُوْرِ ۙ اِنَّ رَبَّهُمْ بِهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّخَبِيْرٌ ۠ (العَادِيَاتِ: 1-11)

اگر اهڙن خطرناڪ مرضن کان محفوظ رهڻ چاهيو ٿا تہ: هر مهيني جا ٽي صبح ٿوري ماکي ساڃي ترڪءَ ٽي لاهي اها چٽيو. ٽي ڏينهن لاڳيتو بہ شرط نہ آهي. صرف هر مهيني جا ٽي صبح نيرانو.

## ڇا اوهان آفتن کان محفوظ رهڻ چاهيو ٿا؟

اگر اوهان زميني ۽ آسماني آفتن ۽ شامتن، عذابن ۽ عقابن کان بچڻ چاهيو ٿا تہ صبح ۽ شام ست ڀيرا هي الفاظ پڙهو. وڏي تاثير ۽ برڪتن وارا آهن. مون خود آزمايو آهي نفعو ڪمايو آهي. اوهان بہ آزمايو ۽ ٻين کي بہ ٻڌايو:

حَسْبِيَ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ.

حضرت ابودرداءَ ﷛ نبي ڪريم ﷺ کان روايت ڪئي پاڻ فرمايائون جنهن ماڻهو صبح ۽ شام ست ڀيرا هيئن پڙهيو:

حَسْبِيَ اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ [1]

تہ الله اوهان جي هر ضرورت جو پورائو ڪندو. هر مشڪل هر پريشاني کان نجات عطا ڪندو. معنيٰ جي لحاظ کان سچائي سان پڙهو يا رڳو زباني طرح پڙهو. اوهان جي دنيا توڙي آخرت جون حاجتون ۽ ضرورتون پوريون ٿينديون. هڪ ماڻهو اها آيت روزانہ پڙهندو هيو ان جي عمر هڪ سو ويهہ سال ٿي وئي.

---

[1] سنن أبي داود (4/ 321) تاريخ دمشق لابن عساكر (36/ 150)

پر ان کي ڪڏهن مٿي ۾ به سور نه پيو. هڪ رات خواب ۾ نبي ڪريم ﷺ جي زيارت نصيب ٿيس. پاڻ فرمايائون اچ ته تنهنجا چپ چمان جن سان اها آيت پڙهندو آهين پوءِ پاڻ فرمايائون تون اسان کان ڪيترو پري پڇندين؟ تون اها آيت پڙهين ٿو ته توتي موت جا رستا به بند آهن. هئي ڏينهن اها آيت نه پڙهيائين ۽ ان ڏينهن وفات ڪري ويو. ان جو مطلب ان آيت جي تاثير سبب ان مٿان موت جا رستا به بند هئا. گهڻن بزرگن ان آيت کي پڙهيو ۽ آزمايو آهي ۽ ان ۾ بي شمار منافع ڏٺا آهن. مصيبتن آفتن ۽ شامتن کان اهو ماڻهو محفوظ رهي ٿو جيڪو اها آيت پابندي سان روزانه ست ڀيرا پڙهندو رهي.

## ڇا اوهان عملن جا شاهوڪار بنجڻ چاهيو ٿا؟

ته پوءِ روزانه صبح ۽ شام هڪ هڪ سو ڀيرا پڙهو:

سُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهِ

صحيح مسلم ۾ سيدنا ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو ته: جنهن ماڻهو صبح ۽ شام هڪ سو ڀيرا پڙهيو "سُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهِ" ته قيامت واري ڏينهن ان جهڙا عمل ٻئي ڪنهن وٽ ڪونه هوندا. سواءِ ان ماڻهوءَ جي جنهن ان وانگر اهي ڪلما ايترا ڀيرا پڙهيا يا ان کان اڃا به وڌائي پڙهيائين.[1]

---

[1] صحيح مسلم (4/ 2071) سنن الترمذي (5/513) مسند أحمد (14/429)

## ڇا اوهان کي دشمنن تنگ ڪيو آهي؟

گهر ۾، آفيس، ۾ ڪاروبار، ۾ زميندَاري ۾ اگر اوهان سان حاسد، مُعاند جهڳڙو ڪن ٿا. اگر دشمن اوهان جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي. روز اوهان خلاف نيون سازشون ڪن ٿا. اوهان جي اهل عيال ۽ مال ملڪيت جا بدخواه آهن اوهان انهن سان منهن ڏئي نه ٿا سگهو ته پوءِ هيٺ هي هڪ عمل پيش آهي. چند ئي ڏينهن ۾ دشمن ڊوڙ ٿي ويندا. الله انهن جي شر ۽ شرارت کان اوهان کي نجات عطا فرمائي ڇڏيندو. عمل هي آهي جو سج لٿي ۽ سومهڻي جي نمازن جي وچ ۾ يارهن ڀيرا سورة قريش پڙهو:

لِاِيْلٰفِ قُرَيْشٍۙ اٖلٰفِهِمْ رِحْلَةَ الشِّتَآءِ وَالصَّيْفِۚ فَلْيَعْبُدُوْا رَبَّ هٰذَا الْبَيْتِۙ الَّذِيْٓ اَطْعَمَهُمْ مِّنْ جُوْعٍ ۙ وَّاٰمَنَهُمْ مِّنْ خَوْفٍ

ان جي پڙهڻ ۾ ناغو نه وجهو. پڙهندا رهو. جيستائين دشمن وڃي پنهنجي انجام کي پهچن.

خس کم جهان پاک.

## ڇا اوهان گناهن جي معافي چاهيو ٿا؟

گناهہ مَرُ ۽ مير مثل آهن. اوهان جي منهن مٿان ميراڻ هجي تہ اوهان دوستن اڳيان ڪيئن پيش ٿيندا؟ اهڙي طرح گناهہ بہ هڪ ميراڻ آهن اگر انهن ۾ منهن ميرو هجي تہ اوهان الله اڳيان ڪهڙو ڪنڌ کڻندا! رسول الله ﷺ اڳيان ڪهڙو منهن ڏيکاريندا. دنيا جا غم ۽ الم، پريشانيون ۽ پشيمانيون، ڏک ۽ درد، سور ۽ سختيون، مشڪلاتون ۽ مونجهارا سڀ گناهن سبب آهن. اگر گناهہ ميتجي وڃن تہ اسي سيڪڙو غم ۽ الم، ڏک ۽ درد لهي ويندا. اگر اوهان گناهن کان بچو تہ پريشانين کان بہ آجا ۽ آزاد رهندا. پر جي گناهہ ٿي ويا آهن تہ اهي معاف ڪرايو، ڏوهہ ڏنگايون بخشرايو انهن جي بخشش جا ڪجھ نسخا پيش آهن.

جڏهن اوهان ننڊ مان اٿو ٿا تہ هيءَ دعا گهرو تہ اگر اوهان جا گناهہ سمنڊ جي جهڳ جيترا بہ هوندا تہ بہ الله بخشي ڇڏيندو.

لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهُ لَا شَرِيكَ لَهُ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ.[1]

[1] السنن الكبرى للنسائي (9/298) عمل اليوم والليلة للنسائي (ص: 471)

سيده عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي ان رسول الله ﷺ کان روايت ڪئي پاڻ فرمايائون ڪو بہ اهڙو ٻانهو ناهي جو جڏهن الله ان جو روح ان ڏانهن موٽائي (ننڊ مان سجاڳي عطا ڪري) تہ هي لفظ چوي ٿو تہ الله ان جا گناهہ بخشي ڇڏي ٿو. توڙي جو سمنڊ جي جهڳ جيترا هجن.

## ٻين حديث:

حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه چيو تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ جنهن ماڻهو جمعي جي ڏينهن صبح جي نماز کان اڳ صرف ٽي ڀيرا هي ڪلما پڙهيا تہ الله ان جا گناهہ بخشي ڇڏيندو توڙي جو ان جا گناهہ سمنڊ جي جهڳ جيترا ڇونہ هجن.[1]

## معافي جو ٻيون رستو:

حضرت معاذ رضي الله عنه چيو تہ مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمايائون جيڪو ماڻهو فجر جي نماز بعد ٽي ڀيرا ۽ ٽيهري نماز بعد ٽي ڀيرا هي لفظ پڙهي تہ ان جا گناهہ بخشيا ويندا ڀلي ڪٽي سمنڊ جي جهڳ جيترا هجن.

أَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِي لَا إِلٰهَ إِلَّا هُوَ الْحَيَّ الْقَيُّومُ وَأَتُوبُ إِلَيْهِ.[2]

---

[1] المعجم الأوسط (7/356)

[2] عمل اليوم والليلة لابن السني (ص: 112) فوائد تمام (2/41)

## معافي جو نيون رستو:

ٻہ رڪعتون نماز پڙهو. جڏهن سجدي ۾ وڃو تہ ٽي ڀيرا پڙهو:

رَبِّ اغْفِرْلِي          اي پالڻهار مون کي معاف ڪر.

تہ سجدي کان اٿڻ کان اڳ اوهان کي معافي ملي ويندي.

امام ابن ابي شيبہ مصنف ۾ ابو سعيد خدري ﷺ کان روايت آندي آهي رسول الله ﷺ فرمايو:

مَنْ قَالَ وَهُوَ سَاجِدٌ ثَلَاثَ مَرَّاتٍ رَبِّ اغْفِرْلِيْ لَمْ يَرْفَعْ رَأْسَهُ حَتّٰى يُغْفَرَ لَهُ.[1]

جنهن ماڻهو سجدي جي حالت ۾ ٽي ڀيرا چيو: ''رَبِّ اغْفِرْلِي'' تہ سر کڻڻ کان اڳ ان جي بخشش ڪئي ويندي.

## ڇا اوهان کي معلوم آهي تہ اسمِ اعظم ڪهڙو آهي؟

**الله جا نوانوي نالا تہ هڙني کي معلوم آهن پر هڪ اسم اهڙو بہ آهي جيڪو عوام کان مخفي رکيو ويو آهي. اهو اگر ڪنهن کي معلوم ٿي وڃي تہ ان جي ذريعي جيڪا دعا گهرندو سا يقينًا قبول پئجي ويندي. اهو اسم الله جي رازن مان هڪ راز آهي. ڇا اوهان کي ان اسم جي طلب آهي تہ پوءِ پڙهو:**

---

[1] كنز العمال (7 / 465) بشارة المحبوب بتكفير الذنوب (ص 72) الترغيب في الدعاء والحث عليه لعبد الغني المقدسي (ص 113) الدينار من حديث المشايخ الكبار (ص 80)

حضرت بريده ﷺ تو چوي تہ رسول الله ﷺ هڪ شخص کي ٻڌو جيڪو هنن لفظن سان دعا گهري رهيو هيو:

اَللّٰهُمَّ إِنِّي أَسْأَلُكَ بِأَنِّي أَشْهَدُ أَنَّكَ أَنْتَ اللهُ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ الْأَحَدُ الصَّمَدُ الَّذِي لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ وَلَمْ يَكُنْ لَهُ كُفُوًا أَحَدٌ.[1]

تہ پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ تو الله جي اسمِ اعظم سان دعا گهري آهي. جنهن جي ذريعي جو ڪجهہ گهريو ويندو آهي سو ڏنو ويندو آهي. ۽ جيڪا دعا گهري ويندي آهي تہ اها قبول ڪئي ويندي آهي.

## ڇا اوهان جو وزن وڌي ويو آهي؟

ان جي ڪري اوهان پريشان آهيو تہ پوءِ هي ڪم ڪيو.

1. صبح جو سوير اڌ ڪلاڪ پيادل پنڌ ڪيو.
2. ليمي ڪي گلاس پاڻي ۾ نيوڙي ٿورو لوڻ وجهي نيرانو پيئو.
3. ماني ڪائي ننڊ نہ ڪيو.

[1] سنن أبي داود (2/79) سنن الترمذي (5/516) سنن النسائي (3/52) سنن ابن ماجه (2/1267)

## ڇا اوهان چاهيو ٿا تہ اوهان جي دعا رد نہ ٿئي؟

اوهان هزارين دعائون گھرو ٿا پر ڪي قبول ٿين ٿيون ڪن جا اثر اوهان کي نظر نہ ٿا اچن. ان لاءِ اوهان کي اهڙي وقت جي خبر هجڻ گھرجي جنهن ۾ گھريل ڪا بہ دعا رد نہ ٿيندي آهي. اهو ڪجھ وقت ملاحظہ ڪيو. بانگ ۽ تڪبير جي وچ ۾ دعائون گھرو اهي رد نہ ٿيون ٿين. انس بن مالڪ رضي الله عنه چيو تہ رسول الله ﷺ فرمايو:

إِنَّ الدُّعَاءَ لَا يُرَدُّ بَيْنَ الْأَذَانِ وَالْإِقَامَةِ فَادْعُوا.[1]

يقينا اذان ۽ اقامت جي درميان واري دعا رد نہ ٿيندي آهي سو دعا گھرندا ڪيو.

## ڇا اوهان کو سٺو خواب ڏٺو آهي؟

تہ پوءِ اهو ٻن ماڻهن کان سواءِ ڪنهن سان بہ بيان نہ ڪيو.

يا دوست سان بيان ڪيو. يا داناءَ سان بيان ڪيو.

ڇو تہ اهي ٺهي تعبير سٺو ڪندا. اڪثر ائين ٿيندو آهي جو معبر جيڪو تعبير ڪندو آهي ائين ٿي پوندو آهي.

## ڇا اوهان کو برو خواب ڏٺو آهي؟

تہ جيئن ٿي ننڊ مان اٿو تہ کاٻي پاسي ٽي ڀيرا ٿڪاريو ۽ چئو:

لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ إِلَّا بِاللّٰهِ

[1] سنن أبي داود (1 / 144) سنن الترمذي (1 / 416) مسند أحمد (20 / 41) مسند أبي يعلى الموصلي (6 / 353) صحيح ابن خزيمة (1 / 221)

## ڇا اوهان کي ڪنهن سان عشق ٿي ويو آهي ؟

ته پوءِ ان کي دل ۾ لڪايو. ڪنهن سان بيان نه ڪيو ان غم ۽ الم ۾ اگر ڳاراٽي ۾ ڳرندي، جيءُ جهرندي موت اچي ويو ته اوهان کي شهادت جو درجو ملندو. جيئن رسول اڪرم ﷺ فرمايو آهي ته:

مَنْ عَشِقَ فَكَتَمَ فَعَفَّ فَمَاتَ فَهُوَ شَهِيدٌ.[1]

جنهن عشق ڪيو پوءِ پاڪدامن رهيو ۽ ان کي اندر ۾ لڪايائين ان حال ۾ مري ويو ته اهو شهيد آهي.

## ڇا اوهان کي دردن جي دوا گهرجي ؟

الله نه ڪري اوهان ڪنهن مرض ۾ مبتلا ٿي پيا آهيو يا ڪنهن درد ۾ غرق ٿي ويا آهيو ۽ ان جو علاج چاهيو ٿا ته جلدي ڪيو ته پنهنجي سِرَ جو صدقو ڪيو. اگر ٿي ساهدار ذبح ڪيو ته بهتر آهي. پوءِ جي توفيق آهي ته ٿي ڇيلا ذبح ڪيو نه ته ٿي ڪُڪڙ ڪيو نه ته ڪابه شيءِ صدقو ڪيو.

جو ته رسول الله ﷺ فرمايو آهي ته:

دَاوُوْا مَرْضَاكُمْ بِالصَّدَقَةِ.[2]

پنهنجي بيمارن جو صدقي سان علاج ڪيو. پاڪ ڪريم ﷺ فرمايو آهي ته "موت کان سواءِ هر بيماري جو علاج صدقو آهي."

---

[1] فيض القدير للمناوي (6/180) الفتح الكبير للسيوطي (3/203) كنز العمال (4/420)

[2] المعجم الأوسط (2/274) حلية الأولياء (2/104) مسند الشهاب (1/401) شعب الإيمان (5/184)

## ڇا اوهان خيرات ڪرڻ چاهيو ٿا؟

خوشنصيب آهيو اگر اوهان مالدار آهيو ته پنهنجي مال مان صدقو ڪيو، خيرات ڪيو، زڪواة ادا ڪيو. سچ پچ قسم سان ٿو چوان اوهان جو مال ڪونه گهٽندو. الله اوهان کي برڪتن سان پاندا ڀري ڏيندو. اوهان ڀلي آزمائي ڏسو.

ڪجھ خيرات جا رستا هيءُ به آهن:

1. پاڻيءَ جي سبيل جاري ڪيو. نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي اَفْضَلُ الصَدَقَةِ سَقْيُ الْمَاءِ.[1] پهلو صدقو پاڻي پيارڻ آهي.

- کوهه کوٽايو.
- نلڪو لڳايو.

1. گهرَ جي دروازي تي ٿڌي پاڻيءَ جي مشين لڳايو.
2. مسجد، مدرسي، مسافر خاني، واٽهڙن جي رستي تي پاڻيءَ جي سبيل جاري ڪيو.
2. يتيمن جي سنڀال لهو. ڪو يتيم خانو کوليو.
3. مسجد ٺهرايو.
4. مدرسو جوڙايو.
5. ڪنهن بي گهر کي گهر ٺهرائي ڏيو.
6. ڪنهن مريض جو علاج ڪرايو.

---

[1] صحيح ابن حبان (8/136) الجامع الصغير وزيادته (ص 1993)

7. بڪارن کي ڪارايو.

8. غريبن کي عيدن تي خرچ پڪو ڏيو.

9. ڪنهن غريب جي نياڻي جي ڏاج جو بندوبست ڪيو.

10. غريبن مسافرن کي ماني ڪارايو.

11. محتاجن جي مدد ڪيو.

12. غريبن مجبورن جا قرض ڀريو.

13. ڪنهن محتاج مٿان پيل ڏنڊ ڀريو.

14. ڪنهن بي روزگار کي هلڪو ڦلڪو روزگار کولي ڏيو.

15. واٽ ويندي ڪنهن کي پنهنجي سواري تي ڪڻو.

16. مسافر کي منزل تي پهچايو.

17. جيڪو اوهان جي در تي ڪا جائز آس ڪڻي اچي تہ ان جي آس نراس نہ ڪيو.

عَنْ أَنَسِ بْنِ مَالِكٍ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ قَالَ قَالَ رَسُولُ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ الصَّدَقَةُ تُطْفِئُ غَضَبَ الرَّبِّ وَتَدْفَعُ مِيتَةَ السُّوءِ .[1]

حضرت انس بن مالک رضي الله عنه کان روايت آهي چيائين تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ صدقو الله جي ڏمر کي ٺاري وجهندو آهي ۽ بري موت کان بچائيندو آهي.

---

[1] صحيح ابن حبان (8/104) المعجم الأوسط (7/372) شعب الإيمان (5/51)

عَنْ أَنَسٍ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ أَنَّ رَسُولَ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ الْحَسَدُ يَأْكُلُ الْحَسَنَاتِ كَمَا تَأْكُلُ النَّارُ الْحَطَبَ وَالصَّدَقَةُ تُطْفِئُ الْخَطِيئَةَ كَمَا يُطْفِئُ الْمَاءُ النَّارَ.[1]

حضرت انس ﷺ کان روايت آهي تہ بيشڪ رسول الله ﷺ فرمايو حسد نيڪين کي ائين کائي ويندو آهي جيئن باھ ڪاٺين کي کائي ويندي آهي ۽ صدقو خطائن کي ائين ميٽائي ڇڏيندو آهي جيئن پاڻي باھ کي اجهائي ڇڏيندو آهي.

اَلصَّدَقَةُ دَوَاءٌ وَشِفَاءٌ لِلْمَرْضِ

صدقو بيماري جي لاءِ دوا ۽ شفاءَ آهي.

اَلصَّدَقَةُ لِصَاحِبِهَا ظِلٌّ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

صدقي ڪرڻ واري لاءِ قيامت جي ڏينهن صدقو ڇانو ڪندو.

عَنْ أُمِّ كُلْثُومٍ بِنْتِ عُقْبَةَ بْنِ أَبِي مَعِيطٍ قَالَتْ سَمِعْتُ رَسُولَ اللهِ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَقُولُ أَفْضَلُ الصَّدَقَةِ عَلَى ذِي الرَّحِمِ الْكَاشِحِ.[2]

---

[1] سنن ابن ماجه (2 / 1408) الأموال لابن زنجويه (2 / 766) مسند أبي يعلى الموصلي (6 / 330) معجم ابن عساكر (2 / 1096)

[2] المعجم الكبير للطبراني (25 / 80) مسند الشهاب القضاعي (2 / 244) المستدرك على الصحيحين للحاكم (1 / 564) مسند الحميدي (1 / 327) مكارم الأخلاق للخرائطي (ص: 107) صحيح ابن خزيمة (4 / 78) شعب الإيمان (5 / 103)

ٻيبي ام ڪلثوم بنت عقبہ بن ابي معيط روايت ڪري ٿي چيائين تہ مون رسول الله ﷺ کان ٻڌو پاڻ فرمايائون: ڀلو صدقو اهو آهي جيڪو اهڙي رشتيدار کي ڏنو وڃي جيڪو دل ۾ پوشيده دشمني رکندڙ آهي.

## ڇا اوهان جنت چاهيو ٿا؟

جنت الله جي نعمتن ۽ راحتن ۽ فرحتن ۽ انعامن جي جاءِ آهي جتي نہ غم هوندو، نہ الم، نہ بيماري نہ پيري. هميشہ جواني هوندي. هميشہ راحت ۽ نعمت هوندي. اوهان جو ڪجھ بہ چاهيندا اوهان کي اهو سڀ ڪجھ ملندو. تہ پوءِ اهڙي جاءِ جي هر خردمند ضرور خواهش ڪندو. اگر اوهان بہ جنت چاهيو تہ نماز پڙهو ۽ هر فرض نماز کان بعد آية الڪرسي پڙهو تہ اوهان کي بہ پڪا پڪ جنت ملندي.

نسائي ۽ طبراني حضرت ابو امامہ رضي الله عنه کان روايت آندي آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ: جنهن ماڻهو هر فرض نماز کان پوءِ آية الڪرسي پڙهي تہ انہ جي جنت ۾ وڃڻ کان موت کان سواءِ ڪابہ رڪاوٽ نہ آهي. [1]

رڪاوٽ ۽ دوري صرف موت آهي. آية الڪرسي فرض بعد پڙهڻ وارو جيئن مرندو تيئن جنت ۾ داخل ٿيندو.

[1] السنن الكبرىٰ للنسائي 9 / 44) الدعاء للطبراني ص: 214

## ڇا اوهان ڪنهن ڪي دوست بنائڻ چاهيو ٿا؟

تہ سو تڪڙ نہ ڪيو. جلدي ڪنهن ڪي يار نہ بنايو. ڇو تہ يار گهڻا وفادار ٿورا هوندا آهن. اهڙو يار نہ بنايو جيڪو ياري ۾ گهاري وجهي. يا اوهان کي ڪنهن اوجهڙ ۾ نہ اڇلائي ڇڏي. رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ:

اَلْمَرْءُ عَلَى دِينِ خَلِيلِهِ. فَلْيَنْظُرْ أَحَدُكُمْ مَنْ يُخَالِلُ.[1]

ماڻهو دوستن جو دين اپنائيندو آهي پوءِ اوهان مان هر ڪو ڏسي وائسي تہ اهو ڪنهن کي ٿو دوست بنائي.

دوست ۾ گهٽ ۾ گهٽ هي گُڻ ضرور هجڻ گهرجن.

1. اهو ديندار هجي.
2. ان جا اخلاق سٺا هجن.
3. اهو عقلمند هجي.
4. اهو فاسق فاجر يا موالي نہ هجي.
5. اهو جُواري نہ هجي.
6. اهو توهان جي غلطين تي پنهنجي مُنهن نشاندهي ڪري.
7. اهو اوهان جي ڳالهہ رکي.
8. اهو وفادار ۽ صبر وارو هجي.

---

[1] مسند أحمد (14 / 142) مكارم الأخلاق للخرائطي (ص: 242) معجم ابن المقرئ (ص: 246) المستدرك على الصحيحين للحاكم (4 / 189) حلية الأولياء وطبقات الأصفياء (3 / 165)

9. اهو اوهان جي ڏک سک جو خيال رکي.

10. بيماري بڙي ۾ اوهان جو ساٿ ڏئي.

11. اوهان جون نيڪيون ظاهر ڪري.

12. اوهان جا عيب اگهاڙا نہ ڪري.

13. جا شيءِ پنهنجي لاءِ پسند ڪري ٿو سا اوهان لاءِ پسند ڪندڙ هجي.

14. اوهان غلطي تي هجو تہ اوهان کي روڪي. نيڪي تي هجو تہ همت افزائي ڪري.

15. اوهان جي جان، مال عزت ۽ ناموس جي حفاظت ڪري.

16. ڏک ڀائي هجي.

17. بخيل ۽ بد اخلاق نہ هجي.

18. سخي ۽ خوش اخلاق هجي.

19. غائبانہ اوهان جي تعريف ڪري.

20. جيڪو غائبانہ اوهان لاءِ دعائون گهري.

21. اوهان جي غلطين کي معاف ڪري ۽ وساري ڇڏي.

22. خود غرض يا لالچي ۽ مطلب پرست نہ هجي.

23. اهو همدرد هڏ ڏوکي ۽ مددگار هجي.

24. اوهان جو راز ظاهر نہ ڪري.

25. اوهان کي خوار ۽ شرمسار نہ ڪري.

26. بدگمان ۽ بي ايمان نہ هجي.

27. چڱن ڪمن ۾ اڳرو هجي.

28. براين ڪان بچندڙ ۽ اوهان کي منع ڪندڙ هجي.

29. بزدل، بي ڪار ۽ بدزبان، بدچال، بدخيال نہ هجي.

30. نيڪين ۾ اوهان جو ساٿي ۽ مددگار هجي.

31. ڪاوڙيل، ترڙو. هلڪڙو ۽ بد باطن نہ هجي.

## ڇا اوهان سلامتي چاهيو ٿا ؟

تہ پوءِ هنن ڳالهين جو هميشہ خيال رکجو.

- جڏهن عالمن جي اڳيان هجو تہ زبان جي حفاظت ڪجو.
- جڏهن بزرگن جي اڳيان هجو تہ دل جي حفاظت ڪجو.
- جڏهن ڪنهن جي گهر وڃو تہ اکين جي حفاظت ڪجو.
- ٻہ شيون ڪڏهن بہ ياد نہ ڪجو. ماڻهن جيڪا اوهان سان برائي ڪئي ۽ اوهان جيڪا ماڻهن سان چڱائي ڪئي.

## ڇا اوهان ڪاميابي چاهيو ٿا ؟

اوهان ڪو ڪم ڪيو ٿا مگر ڪاميابي نہ ٿي ملي وري ڪنهن ٻئي ڪم کي آزمايو. ائين آزمائشون ڪندي زندگي گذري وئي ڀلا اجا ڪيتريون آزمائشون ڪندؤ؟ اجا ڪيترا ڪاروبار بدلائيندؤ!! ٻڌو! اول نيت سٺي بڻايو.

پيو الله تي ڀروسو رکو. ٽيون همت سان پير کوڙي بيهو.

اگر نقصان ٿيو آهي تہ نہ گهبرايو. هڪ نقصان پويان ڏهہ نفعا ملندا بس همت ڪيو. "همت مرداں مدد خدا"

همت اسمِ اعظم آهي.

همت منزل تي پار پهچائيندي آهي.

همت سان نه ٿيڻا ڪم به ٿي پوندا آهن.

همت سان ڏونگر ڏوري پوندا آهن.

همت سان پَهڻَ پُرزا ٿي پوندا آهن.

همت سان ڪوٽ ڪِري پوندا آهن.

انسان جو وڏو هٿيار ان جي همت آهي.

انسان جي عظمت همت ۾ آهي.

سُست نه ٿيو. هيڻِي نه ٻوليو.

اوهان جو پيڙهو سير مان ٽپي پار پئجي ويندو.

هي اوهان اڳيان ڪاميابي جا وڻ ويجها آهن.

بس اوهان رڳو پير پختا ڪري بيهو.

اوهان بزدل ماڻهن سان احوال نه اوريو.

ڪتر پنهنجو ته هاري پر اوڙي پاڙي جو به هاري.

اهڙن ماڻهن سان صلاح مشورو به نه ڪيو جيڪي بزدل ۽ بي همت آهن. الله اوهان جو حامي ۽ ناصر آهي. الله اوهان جو همدم ۽ معاون آهي ته غم ڇاجو؟ پريشاني يا ناڪامي ڇا جي!!

فَاِذَا عَزَمْتَ فَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ۗ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُتَوَكِّلِيْنَ ﴿١٥٩﴾

(آل عمران 159)

پوءِ جڏهن پختو ارادو ڪرين تہ پوءِ الله تي ڀروسو رک. بيشڪ الله ڀروسي رکڻ وارن سان محبت رکي ٿو.

وقت جو قدر ڪيو.

سرمايو ۽ سامان ضايع نہ ڪيو.

مشڪلات مٿان صبر ڪيو.

جيڪو ڪم ڪيو ٿا ان جي پوري ڄاڻ هجڻ بہ ضروري آهي.

## ڇا اوهان ڪي زمين ۽ آسمان جون ڪنجيون کپن؟

اگر اوهان الله جي عطائن ۽ سخائن ۽ عنايتن جون ڪنجيون حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پوءِ غور سان هيٺ وڏي ڪم جون ڳالهيون آهن:

امام هيثمي حضرت عثمان بن عفان رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت عثمان غني رضي الله عنه رسول الله صلى الله عليه وسلم کي عرض ڪيو تہ الله جي قرآن جي آيت "لَهُ مَقَالِيدُ السَّمٰوٰاتِ وَالْأَرْضِ" آسمانن ۽ زمينن جون ڪنجيون سندس آهن. ان آيت جو تفسير ڇا آهي؟ تہ پاڻ فرمايائون مون کان اڄ تائين ان جي باري ۾ ڪنهن نہ پڇيو آهي. ان جو تفسير هي ڪلما آهن:

لَا إِلَهَ إِلَّا اللهُ وَاللهُ أَكْبَرُ وَسُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهِ وَأَسْتَغْفِرُ اللهَ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ إِلَّا بِاللهِ الْأَوَّلُ وَالْآخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ بِيَدِهِ الْخَيْرُ يُحْيِي وَيُمِيتُ وَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ.

جيڪو ماڻهو صبح جي وقت اهي ڪلما ڏهه ڀيرا پڙهي تہ ان کي ڇهہ شيون عطا ڪيون وينديون.

پهريون: ابليس کان ان جي نگراني ڪئي ويندي.

ٻيون: ان کي قنطار (احد جبل) جيترو اجر عطا ڪيو ويندو.

ٽيون: الله جنت ۾ ان جو درجو بلند ڪندو.

چوٿون: ان کي وڏين اکين واري (سهڻي) حور سان شادي ڪرائي ويندي.

پنجون: ٻارهن هزار فرشتا ان وٽ حاضر ٿيندا.

ڇهون: ان لاءِ ايترو اجر هوندو جيترو ان ماڻهو لاءِ هوندو جنهن تورات، انجيل ۽ زبور ۽ قرآن جي تلاوت ڪئي.

اي عثمان ان سان گڏ ان لاءِ ان ماڻهو جيترو بہ اجر هوندو جنهن حج ادا ڪيو ۽ عمرو ادا ڪيائين ۽ سندس حج ۽ عمرو قبوليت ۾ اچي ويو. اگر ان ڏينهن وفات ڪري ويو تہ شهيدن جي درجي کي پهچندو.[1]

---

[1] مجمع الزوائد (10 / 115) عمل اليوم والليلة لابن السني (ص. 69) المقصد العلي في زوائد أبي يعلى الموصلي (4 / 327) كنز العمال (2 / 40) الترغيب والترهيب للمنذري (1 / 262)

## ڇا اوهان دل جي نرمي چاهيو ٿا؟

ڪن ماڻهن جون دليون ميڻ مثل نرم هونديون ته اهي ڳالهه ڳالهه تي روئي پوندا آهن. ڪنهن کي تڪليف ۾ ڏسي بي چين ٿي پوندا آهن. ڪي وري اهڙا ڪٺور دل هوندا آهن جو پيءُ جي مرڻ تي به انهن جي اکين ۾ لڙڪ نه آيو. نه رحم ۽ ترس، نه ٻاجهه ۽ شفقت. اهڙا ماڻهو الله جي رحمت کان پري هوندا آهن. حضرت عيسيٰ روح الله پنهنجي جماعت کي فرمايو هيو ته:

الله جي ذڪر کان سواءِ گهڻو نه ڳالهايو نه ته اوهان جون دليون سخت ٿي وينديون. ڇو ته:

فَإِنَّ الْقَلْبَ الْقَاسِيَ بَعِيدٌ مِنَ اللّٰهِ.[1]

سخت دل الله کان پري هوندي آهي.

جڏهن دل سخت هجي ته نه ذڪر ۾ مزو، نه عبادت ۾ لطف ۽ سرور، نه تلاوت جو لطف نه مناجات جو مزو. گناهن تي دليري. نيڪين کان ڪترائڻ. ظلم ڪرڻ. ڪنهن کي ڇچلائڻ ۽ مارڻ ۾ مزو اچڻ، جفاڪاري، سيه ڪاري، بد ظني بد خيالي. بد چالي، بي رحمي. اهي سڀ دل جي سختي جون علامتون آهن. نرمي، رحمت، خشوع، خضوع، نيڪين جي اثر آفريني.

---

[1] موطأ مالك (5 / 1436) مصنف ابن أبي شيبة (7 / 65) شعب الإيمان (7 / 72) حلية الأولياء (6 / 328) الترغيب والترهيب للمنذري (3 / 344)

اهي دل جي نرمي جون نشانيون آهن. ان ۾ عبادت جو مزو، ٻاجھہ شفقت رحم ترس اچي ويندو آهي. ان جي عيوض ان کي راحت فرحت، رحمت، عزيمت، سعادت، نجات ۽ جنت ملندي آهي.

هاڻي اگر اوهان دل جي نرمي چاهيو ٿا هي ڪم ڪيو.

1. الله جو ذڪر گھڻو ڪيو.
2. يتيمن جي مٿن تي هٿ ڦيرايو.
3. الله کان دعا گھرو تہ نرمي عطا ڪري.
4. غريبن سان جُود ۽ احسان ڪيو.
5. مال الله جي راھہ ۾ خرچ ڪيو.
6. موت کي ياد ڪيو.
7. قبرن جي زيارت ڪيو.
8. الله وارن جي صحبت ۾ ويهو انهن جا ڪتاب پڙهو.
9. بيمارن کان پڇڻ وڃو. مريضن، محتاجن کي غور سان ڏسو.
10. قرآن جي گھڻي تلاوت ڪيو.

## ڇا اوهان حورن جا گهوٽ بڻجڻ چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ ٽن ڪمن مان هڪ ڪم ڪيو تہ يقينًا اوهان کي وڏين اکين وارين سهڻين حورن جو گهوٽ بڻايو ويندو. جيئن حضرت عبدالله بن عباس ﷺ کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

ثَلَاثٌ مَنْ كُنَّ فِيهِ وَاحِدَةٌ مِنْهُنَّ زُوِّجَ مِنَ الْحُورِ الْعِينِ حَيْثُ شَاءَ رَجُلٌ اؤْتُمِنَ عَلَى أَمَانَةٍ خَفِيَّةٍ شَهِيَّةٍ فَأَدَّاهَا مِنْ مَخَافَةِ اللّٰهِ عَزَّ وَجَلَّ وَرَجُلٌ عَفَا عَنْ قَاتِلِهِ وَرَجُلٌ قَرَأَ قُلْ هُوَ اللّٰهُ أَحَدٌ فِي دُبُرِ كُلِّ صَلَاةٍ عَشْرَ مَرَّاتٍ. [1]

ٽي ڳالهيون آهن انهن مان هڪڙي بہ ڪنهن ۾ هجي تہ ان کي وڏين اکين واري سهڻي حور سان شادي ڪرائي ويندي.

1. اهو ماڻهو جنهن کي ڪنهن وڻندڙ ڳجهي شيءِ جي لاءِ امانتدار بڻايو وڃي تہ اهو الله جي خوف سبب اها ادا ڪري. (خيانت نہ ڪري)
2. اهو ماڻهو جنهن ڪنهن ساڻس لڙائي جهڳڙي ڪرڻ واري کي معاف ڪيو. (تڏي آيل).
3. اهو ماڻهو جيڪو هر فرضي نماز بعد ڏهہ ڀيرا سورة قل هو الله احد پڙهندو رهي.

---

[1] عمل اليوم والليلة لابن السني (ص: 119) تاريخ دمشق لابن عساكر (62/ 35) كنز العمال (15/ 809) فيض القدير (3/ 290) الفتح الكبير في ضم الزيادة إلى الجامع الصغير (2/ 45)

## ڇا اوهان الله جي نگاهِ ڪرم چاهيو ٿا؟
## ڇا ستر هزار ملائڪن جون دعائون چاهيو ٿا؟

ان ماڻهو کي پيو ڇا کپي جنهن مٿان رب العالمين جل جلالہ پنهنجي نگاهِ رحمت فرمائي!! ۽ ستر هزار فرشتا ان جي رحمت ۽ بخشش لاءِ دعائون گهرن! اگر اوهان بہ اهو چاهيو ٿا تہ پوءِ اوهان هيءَ دعا ياد ڪيو جڏهن بہ نماز لاءِ نڪرو تہ اها دعا پڙهندا وڃو. حضرت ابو سعيد خُدري ﷺ کان روايت آهي چيائين رسول الله ﷺ فرمايو تہ: جيڪو ماڻهو پنهنجي گهر کان نماز لاءِ نڪري ٿو پوءِ هيءَ دعا پڙهي ٿو:

اَللّٰهُمَّ إِنِّي أَسْأَلُكَ بِحَقِّ السَّائِلِينَ عَلَيْكَ وَبِحَقِّ مَمْشَايَ هَذَا فَإِنِّي لَمْ أَخْرُجْ أَشِرًا وَلَا بَطَرًا وَلَا رِيَاءً وَلَا سُمْعَةً خَرَجْتُ اتِّقَاءَ سَخَطِكَ وَابْتِغَاءَ مَرْضَاتِكَ أَسْأَلُكَ أَنْ تُنْقِذَنِي مِنَ النَّارِ وَأَنْ تَغْفِرَ لِي ذُنُوبِي إِنَّهُ لَا يَغْفِرُ الذُّنُوبَ إِلَّا أَنْتَ.[1]

تہ الله ان لاءِ ستر هزار ملائڪ مقرر ڪري ٿو جيڪي ان لاءِ بخشش گهرن ٿا ۽ جيسين پنهنجي نماز پڙهي فارغ نہ ٿو ٿئي تيسين الله جل جلالہ ان ڏانهن نگاهِ رحمت فرمائي ٿو.

---

[1] وَكَّلَ اللهُ بِهِ سَبْعِينَ أَلْفَ مَلَكٍ يَسْتَغْفِرُونَ لَهُ وَأَقْبَلَ اللهُ عَلَيْهِ بِوَجْهِهِ حَتَّى يَفْرَغَ مِنْ صَلَاتِهِ. مسند أحمد (17 / 247) الدعاء للطبراني (ص. 149) عمل اليوم والليلة لابن السني (ص: 77) الدعوات الكبير (1 / 125) كنز العمال (15 / 401)

## ڇا اوهان قرض ادا ڪرڻ چاهيو ٿا؟

اگر اوهان قرض ۾ ڪارا آهيو نہ گهبرايو الله اوهان جا هڙئي قرض لاهي ڇڏيندو. هيءَ هڪ دعا آهي:

اَللّٰهُمَّ اكْفِنِي بِحَلَالِكَ عَنْ حَرَامِكَ

وَأَغْنِنِي بِفَضْلِكَ عَمَّنْ سِوَاكَ.[1]

روزانو بہ سؤ ڀيرا صبح جو پڙهو. هيءَ دعا منهنجا مرشد ڪريم محبوبِ الاهي ﷫ هر قرض واري کي ڏسيندا هئا. پاڻ جنهن کي بہ ڏسيائون ان کي سو فيصد فائدو ٿيو. پاڻ فرمايائون تہ سندن مرشد حضرت پير مٺا سائين ﷫ قرض وارن کي اها دعا ڏسيندا هئا. هڪ ڀيري حضرت قبلا سائين سيد غلام حسين شاه قمبر وارن جي طبيعت ناساز هئي پاڻ ڪراچي هڪ اسپتال ۾ زير علاج هئا هي فقير "ڪرم الله" سندن عيادت لاءِ ويو. اتي منهنجي سامهون هڪ ماڻهو اچي کين عرض ڪيو تہ مون مٿان قرض گهڻا آهن ڪا دعا ڏسيو تہ پڙهان. پاڻ هن فقير کي فرمايائون تہ اوهان هن کي دعا لکي ڏيو:

اَللّٰهُمَّ اكْفِنِي بِحَلَالِكَ عَنْ حَرَامِكَ وَأَغْنِنِي بِفَضْلِكَ عَمَّنْ سِوَاكَ.

پاڻ ان کي اها ئي دعا ڏسيائون.

---

[1] سنن الترمذي (5/560) مسند أحمد (2/438) [illegible] (183/3)

هونئن ٻہ اگر اوهان قرض لاهڻ چاهيو ٿا ۽ اوهان جي نيت سچي آهي تہ الله ضرور اوهان جي مدد ڪندو. هي آسماني اصول آهي تہ جئين ڪمن ۾ الله ضرور مدد غيبي ڪندو آهي:

1. اگر اوهان نياڻي جي شادي ڪرائڻ چاهيو ٿا. گهر ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي پر سچي نيت سان تاريخ ٻڌو الله اوهان جي غيبي مدد ڪندو ۽ نياڻي جي خير خوبيءَ سان شادي ٿي ويندي.
2. اگر اوهان مسجد ناهڻ چاهيو ٿا تہ بس سچي نيت سان ڪم ۾ هٿ وجهو ڏسو تہ الله ڪيئن ٿو اوهان جي غيبي مدد ڪري.
3. اوهان فرض ادا ڪرڻ چاهيو ٿا تہ نيت سچي بنايو الله اوهان جو حامي ۽ ناصر ٿيندو جلدي قرض لهي ويندا.
4. اگر اوهان پاڪدامن رهڻ لاءِ شادي ڪرڻ چاهيو ٿا تہ نيت سچي رکي تياري ڪيو الله اوهان ڪي رشتو بہ ملائيندو شادي جا انتظامات بہ ڪري ڏيندو. انشاءَ الله.

## ڇا اوهان نبي ڪريم ﷺ جي شفاعت چاهيو ٿا؟

حضرت جابر بن عبدالله انصاري رضي الله عنه کان روايت آهي رسول الله ﷺ فرمايو جيڪو ماڻهو بانگ ٻڌي هيءَ دعا گهري ٿو ان لاءِ (نبي ڪريم ﷺ جي) شفاعت حلال ٿي وئي.

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ، وَالصَّلَاةِ الْقَائِمَةِ آتِ مُحَمَّدًا الْوَسِيلَةَ وَالْفَضِيلَةَ وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَحْمُودًا الَّذِي وَعَدْتَهُ.[1]

- اذان وقت گفتگو بند ڪيو.
- اذان جو شرعي جواب ڏيو.
- اذان جي قبوليت ۾ نماز لاءِ وڃو.
- اذان بعد اها دعا گهرو.
- ان کان پوءِ نبي ڪريم ﷺ تي درود شريف پڙهو.

## ڇا اوهان ڪبيرن گناهن جي بخشش چاهيو ٿا؟

هڪڙا گناه ننڍا هوندا آهن انهن جي سزا بہ ٿوري هوندي آهي. پر ڪي گناهہ ڪبيرا هوندا آهن جيئن الله سان شرڪ ڪرڻ، ڪنهن کي قتل ڪرڻ، ابي امان جي بي فرماني ڪرڻ، اسلام ۽ ڪفر جي جنگ ۾ پٺي ڏئي ڀڄڻ وغيره. حضرت حبيب ڪريم ﷺ امت کي هڪ اهڙو عمل سيکاريو آهي جنهن جي ڪرڻ سان وڏا گناهہ بہ بخشجي وڃن ٿا. جيئن حديث ۾ آهي حضرت براء بن عازب رضي الله عنه روايت ڪئي تہ رسول الله ﷺ فرمايو جنهن ماڻهو هر فرضي نماز بعد صرف ٽي ڀيرا هيءُ استغفار پڙهي تہ ان جا سيئي گناهہ بخشيا وڃن ٿا توڙي جو جنگ ۾ پٺي ڏئي ڀڳو هجي.

[1] حَلَّتْ لَهُ شَفَاعَتِي يَوْمَ الْقِيَامَةِ. صحيح البخاري (1/ 126) سنن أبي داود (1/ 146) سنن الترمذي (1/ 413) سنن النسائي (2/ 26)

استغفار جا الفاظ هي آهن:

أَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِي لَا إِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْحَيَّ الْقَيُّومَ وَأَتُوبُ إِلَيْهِ.[1]

## ڇا اوهان کي تڙ پون ٿا؟

اگر اوهان کي ننڊ ۾ احتلام پون ٿا تہ سمهڻ کان اڳ سيني تي آڱر سان لکو "عمر". انشاءَ الله اوهان کي احتلام ڪونہ پوندو ڇو تہ فاروقِ اعظم جي نالي کان شيطان ڀڄندو آهي.

## ڇا اوهان ننڊ ۾ ڊڄو ٿا؟

تہ سمهڻ کان اڳ الحمد شريف چارئي قل يا ايها الڪافرون، قل هوالله احد، قل اعوذ برب الفلق، قل اعوذ برب الناس ۽ آية الڪرسي پڙهي اول آخر دردو شريف پاڻ تي دم ڪري سمهي رهو. انشاءَ الله اوهان کي سڪون جي ننڊ ايندي ۽ ڊچ اوتارو ختم ٿي ويندو.

## ڇا اوهان جهنم جي باهہ کان بچڻ چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ جڏهن اوهان صبح جي نماز پڙهو تہ ڪجھہ ڳالهائڻ کان اڳ ست ڀيرا هيئن چئو '' اَللّٰهُمَّ أَجِرْنِي مِنَ النَّارِ ''ڇوتہ رسول ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ جيڪو ماڻهو فجر جي نماز پڙهي پوءِ ڪجھہ بہ ڳالهائڻ کان اڳ ست ڀيرا اهي لفظ پڙهي تو ۽ پوءِ جي

---

[1] غَفَرَ اللهُ عَزَّ وَجَلَّ ذُنُوبَهُ وَإِنْ كَانَ قَدْ فَرَّ مِنَ الزَّحْفِ. عمل اليوم والليلة لابن السني (ص: 120)
مكفرات الذنوب وموجبات الجنة (ص: 57)

ان ڏينھن مري ويو تہ الله ان لاءِ جھنم جي باھ کان ڇوٽڪاري جو ڇٽو لکي ٿو.[1]

## ڇا اوهان حاجات جو حل چاهيو ٿا؟

اگر اوهان ڪنھن وڏي مشڪل ۾ ڦاٿل آهيو. هر پاسي مايوسي ۽ انڌارو نظر اچي رهيو آهي. اوهان جو نہ ڪو يار آهي نہ غمگسار نہ مددگار تہ غم نہ ڪيو. غمزده اهو ٿئي جيڪو نڌڻڪو هجي اوهان نڌڻڪا ناهيو اوهان ڌڻين وارا آهيو. پوءِ پريشان ڇو ٿا ٿيو؟ هاڻي اوهان هنن ڳالهين تي عمل ڪيو پوءِ ڏسو تہ ڪيئن تي اوهان سان الله جي مدد ٿئي.

1. اربعاءَ خميس ۽ جمعہ جا ٽي ڏينھن روزو رکو.
2. ٿوري کي گھڻي خيرات ڪيو.
3. جمعہ نماز لاءِ مسجد ۾ وڃو ۽ جمعہ ادا ڪيو.
4. نماز جمعہ بعد هي دعا گھرو:

اَللّٰهُمَّ إِنِّي أَسْأَلُكَ بِاسْمِكَ بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ الَّذِي لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ عَالِمُ الْغَيْبِ والشَّهَادَةِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ وَأَسْأَلُكَ بِاسْمِكَ بِسْمِ اللهِ الرَّحْمَنِ الرَّحِيمِ الَّذِي لَا إِلَهَ إِلا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ الَّذِي لَا تَأْخُذُهُ سِنَةٌ وَلَا نَوْمٌ الَّذِي مَلَأَتْ عَظَمَتُهُ

---

[1] مسند أحمد (29 / 592) السنن الكبرى للنسائي (9 / 48) صحيح ابن حبان (5 / 367) المعجم الكبير للطبراني (19 / 433) عمل اليوم والليلة لابن السني (ص 122)

السَّمَاوَاتِ وَالأَرْضَ وَأَسْأَلُكَ بِاسْمِكَ بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيمِ الَّذِي لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ الَّذِي عَنَتْ لَهُ الْوُجُوهُ وَخَشَعَتْ لَهُ الأَبْصَارُ وَذَلَّتْ لَهُ الْقُلُوبُ مِنْ خَشْيَتِهِ أَنْ تُصَلِّيَ عَلَىٰ مُحَمَّدٍ وَّعَلَىٰ آلِ مُحَمَّدٍ وأَنْ تُعْطِيَنِي حَاجَتِيْ.[1]

پوءِ پنهنجي مقصد کي بيان ڪيو تہ اوهان جي دعا پڪا پڪ قبول ٿي ويندي.

خبردار! هيءَ دعا ظالمن ۽ بي وقوفن کي نہ سيکارجو. متان اهي گناهن لاءِ يا مائٽين ڇنڻ لاءِ هيءَ دعا گهرن. هيءَ دعا اوهان وٽ امانت آهي. هر مجبور ۽ مقهور ۽ مظلوم کي سيکاريو. جيڪو پريشانين ۾ وڪوڙيل آهي. ان کي فائدو ٿيندو تہ ان جو اجر اوهان کي بہ ضرور ملندو. ڇو تہ هيءَ بہ اوهان ان مجبور ماڻهو جي ڇڙڪ مدد ڪئي.

## ڇا اوهان گناهن کان پاڪ بنجڻ چاهيو ٿا؟

جڏهن ڪو ماڻهو ڄمندو آهي تہ ان جو دفتر گناهن کان پاڪ ۽ صاف هوندو آهي. بلوغت بعد جيئن جيئن ان جي عمر وڌندي ويندي آهي ۽ ان کان گناهہ سرزد ٿيندا آهن تہ ان جو دفتر گناهن ۾ ڪارو ٿي ويندو آهي.

[1] الترغيب في الدعاء والحث عليه لعبد الغني المقدسي (ص: 102) كتاب الأربعين في فضل الرحمة والراحمين لابن طولون الصالحي (ص: 77)

هاڻي اگر ڪو ماڻهو عمر جي ڪهڙي بہ حصي ۾ هجي ۽ اهو چاهي تہ ان جي دفتر تان هڙئي گناهہ ميٽجي وڃن ۽ ان جو دفتر ائين صاف ٿي وڃي جيئن ان ڏينهن هيو جنهن ڏينهن ڪيس سندس ماءُ ڄڻيو هيو تہ ان لاءِ هڪ آسان نسخو حاضر آهي. ام المؤمنين سيده عائشہ صديقہ رضي الله عنها روايت ڪئي رسول الله ﷺ فرمايو تہ:

مَنْ صَلَّى صَلَاةَ الْفَجْرِ أَوْ قَالَ الْغَدَاةَ فَقَعَدَ فِي مَقْعَدِهِ وَلَمْ يَلْغُ بِشَيْءٍ مِنْ أَمْرِ الدُّنْيَا يَذْكُرُ اللهَ عَزَّ وَجَلَّ حَتَّى يُصَلِّيَ الضُّحَى أَرْبَعَ رَكَعَاتٍ خَرَجَ مِنْ ذُنُوبِهِ كَيَوْمِ وَلَدَتْهُ أُمُّهُ.[1]

جنهن ماڻهو فجر جي نماز پڙهي پوءِ پنهنجي جاءِ تي ويٺو رهيو ڪنهن بہ دنياوي ڪم ۾ مشغول نہ ٿيو الله ذڪر ڪندو رهيو ايستائين جو چاشت نماز جون چار رڪعتون پڙهيائين تہ اهو گناهن ڪان ائين آجو ٿي وڃي ٿو جيئن ان ڏينهن هيو جنهن ڏينهن ڪيس سندس ماءُ ڄڻيو هيو.

## ڇا اوهان ڪي هٿيار گهرجي؟

ياد رکو هٿيار دشمن ڪان حفاظت لاءِ هوندو آهي. اوهان جو حقيقي ۽ وڏو دشمن شيطان آهي. رب العالمين فرمايو:

---

[1] عمل اليوم والليلة لابن السني (ص: 127) مسند أبي يعلى الموصلي (7 / 329) مجمع الزوائد (10 / 105) كنز العمال (2 / 152)

أَلَمْ أَعْهَدْ إِلَيْكُمْ يَٰبَنِىٓ ءَادَمَ أَن لَّا تَعْبُدُوا۟ ٱلشَّيْطَٰنَ ۖ إِنَّهُۥ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ ﴿٦٠﴾ (يس: 60)

اي آدم جا اولاد! ڇا مون اوهان کان هن ڳالهہ جو عهد نہ ورتو هيو تہ شيطان جي پوڄا نہ ڪجو، بيشڪ اُهو اوهان جو پڌرو دشمن آهي.

وَلَا تَتَّبِعُوا۟ خُطُوَٰتِ ٱلشَّيْطَٰنِ ۚ إِنَّهُۥ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِينٌ ﴿١٦٨﴾

(البقرة: 168)

۽ شيطان جي وکن جي تابعداري نہ ڪيو. بيشڪ اُهو اوهان جو چٽو دشمن آهي.

إِنَّ ٱلشَّيْطَٰنَ لِلْإِنسَٰنِ عَدُوٌّ مُّبِينٌ ﴿٥﴾ (يوسف: 5)

بيشڪ شيطان انسان جو چٽو دشمن آهي.

تہ ان شيطان کان بچاءَ جو هٿيار الله جو ذڪر آهي. بزرگن فرمايو آهي تہ:

ذِكْرُ اللهِ بِالْقَلْبِ سَيْفُ الْمُرِيْدِيْنَ بِهِ يُقَاتِلُوْنَ أَعْدَاءَهُمْ وَبِهِ يَدْفَعُوْنَ الْآفَاتِ الَّتِي يَقْصُدُهُمْ.[1]

قلبي ذڪرالله مريدن لاءِ تلوار آهي. ان سان اهي الله جي دشمنن سان جنگ ڪن ٿا ۽ انهن آفتن جو بچاءُ ڪن ٿا ۽ جيڪي آفتون مصيبتون ان ڏانهن اچڻ واريون آهن.

---

[1] الرسالة القشيرية (2/375)

ذڪر الله نفس ۽ شيطان لاءِ هٿيار آهي.
ذڪر الله مصيبتن ۽ آفتن شامتن کي ٽاري ٿو.
ذڪر الله، الله جي قرب ۾ پهچائڻ وارو آهي.

**ٻيو هٿيار:**

ڪوشش ڪيو تہ هر وقت باوضو هجو.

- اگر سفر ۾ نڪرو تہ وضو سان نڪرو.
- اسڪول وڃو تہ وضو سان.
- آفيس ۾ هجو تہ وضُو سان هجو.
- بازار ۾ وڃو تہ باوضو ٿي وڃو.
- ٻني ٻاري تي وڃو تہ باوضو ٿي وڃو.

تہ يقينًا اوهان هر طرف خير ۽ برڪت ڏسندؤ. پنهنجي ڪمن ۾ آساني ڏسندؤ. حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

اَلْوُضُوْءُ سِلَاحُ الْمُؤْمِنِ. وضو مؤمن جو هٿيار آهي.

**ڇا اوهان کي روشني کپي؟**

اونداهي بري بلا آهي. نقصان جو گهر آهي. اونده ۾ ماڻهو اوجهڙ ۾ ڪِري سگهي ٿو. ڪنهن کڏي يا کامي ۾ ڪِري سگهي ٿو. ڪنهن نانگ يا بلا جي ڏنگ جو شڪار ٿي سگهي ٿو. اونداهي جو فائدو وٺي چور چوري ڪري سگهي ٿو. بهر حال اونده نقصان جو گهر آهي. روشني ۾ بيشمار نفعا آهن. ڇا اوهان کي اونده مان ڇوٽڪارو گُهرجي؟

ڇا اوهان کي نور ۽ روشني گهرجي ته پڙهو:

- شرڪ اونده آهي ان کي ختم ڪندڙ روشني توحيد آهي.
- جهالت اونده آهي، علم روشني آهي.
- بدعت اونده آهي سنت روشني آهي.
- گهر اونده آهي، روشني گهر ۾ نماز پڙهڻ آهي.
- جهنم اونده آهي، روشني قرآن جي تلاوت آهي.
- قبر اونده آهي، روشني نبيءَ ﷺ تي دورد پڙهڻ آهي.
- مايوسي اونده آهي، روشني الله تي ڀروسو ڪرڻ آهي.
- گناه اونده آهي، روشني توبه استغفار آهي.
- دل ۾ اونده آهي، روشني الله جو ذڪر آهي.
- شڪ اونده آهي، روشني يقين آهي.
- ماتم اونده آهي، روشني صبر آهي.
- بيماري اونده آهي، شفاءُ ۽ قرآن روشني آهي.
- نفرت اونده آهي، روشني محبت آهي.
- ڪاوڙ اونده آهي، روشني معاف ڪرڻ آهي.
- جهيڙو اونده آهي، روشني صلح آهي.
- زندگي اونده آهي، روشني الله وارن جي صحبت آهي.
- وڏائي اونده آهي، روشني تواضع آهي.
- ڪفر اونده آهي، روشني ايمان آهي.
- گناه اونده آهي، روشني طاعت آهي.

## ڇا اوهان شادي ڪرڻ چاهيو ٿا؟

تہ اول ڏسي وائسي شادي ڪجو. ڪنهن نيڪ صالح عورت سان شادي ڪجو تہ اوهان لاءِ زندگي جو سک رهندو.

سهڻي زال اکين جو نور آهي. صالح زال دل جو سرور آهي.

سهڻي زال هڪ هيرو آهي. نيڪ صالح زال هيرن جي کاڻ آهي.

سهڻي زال جسم جي راحت آهي. صالح زال روح جي راحت آهي.

سهڻي زال دنياوي گهر جو سينگار آهي. صالح زال ٻنهين جهانن جو سينگار آهي.

سهڻي زال ۾ ناز هوندو. صالح زال ۾ نياز هوندو.

سهڻي زال مغرور ٿي سگهي ٿي. صالح زال هر وقت مسرور رکندي.

جَمَالُ الْوَجْهِ مَعَ قُبْحِ النُّفُوْسِ
كَقِنْدِيْلِ عَلَىٰ قَبْرِ الْمَجُوْسِي.[1]

**اندر ۾ برائي هجي ۽ چهرو سهڻو هجي تہ اهو ائين آهي جيئن ڪنهن مجوسي جي قبر تي بتي روشن هجي.**

وہ کرتے ہیں سب چھپ کر تدبیر اسے کہتے ہیں۔
ہم دھر لیے جاتے ہیں تقدیر اسے کہتے ہیں۔

[1] الأخلاق الفاضلة قواعد ومنطلقات لاكتسابها (ص 101) المنهاج الواضح للبلاغة (1 / 87)

## ڇا اوهان بهترين دوست بنجڻ چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ ٻڌو! اوهان جنهن سان دوستي رکو ان جي جان مال ۽ عزت ۽ عصمت جي ائين حفاظت ڪيو جيئن پنهنجي ڪندا آهيو. دوست ۾ ڪا اوڻائي ڏسو تہ ان کي ضرور آگاهہ ڪيو پر ماڻهن جي سامهون نہ. پنهنجي منهن سان. دوست جي رازن جي حفاظت ڪيو.

## ڇا اوهان بهترين انسان بنجڻ چاهيو ٿا؟

- [illegible] ان سان اوهان جو شان وڌندو.
- صبر اختيار ڪيو تہ آساني ٿيندي ۽ اوهان جي مدد جا دروازا کُلندا.
- پرهيزگاري اختيار ڪيو الله وٽ محبوب ٻانها بنجي ويندئو.
- قناعت اختيار ڪيو. ڪڏهن ڪنهن جا محتاج نہ ٿيندئو.
- شڪر ڪيو اوهان جي مال ۾ اضافو ٿيندو.
- خيرات ڪيو ڪڏهن ڏکيو ڏينهن نہ ڏسندئو.
- خاموشي اختيار ڪيو عافيت ۾ رهندئو.
- بردبار بنجو اوهان جو وقار وڌي ويندو.
- نرمي اختيار ڪيو ماڻهن جي مَنَ ۾ محبت پيدا ٿيندي.
- سدائين سچ ڳالهايو ان ۾ اوهان نجات ماڻيندئو.
- سهڻا اخلاق پيدا ڪيو. هر دلَ ۾ محبت ڏسندئو.

## ڇا اوهان جنتي بنجڻ چاهيو ٿا؟

صحيح بخاري ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو جيڪو ماڻهو هي ڪلما يقين سان پڙهي پوءِ ان ڏينهن مري ويو تہ اهو جنتي آهي.

اها سيد الاستغفار آهي.

اَللّٰهُمَّ أَنْتَ رَبِّي لَا إِلَهَ إِلَّا أَنْتَ خَلَقْتَنِي وَأَنَا عَبْدُكَ وَأَنَا عَلَى عَهْدِكَ وَوَعْدِكَ مَا اسْتَطَعْتُ أَعُوذُ بِكَ مِنْ شَرِّ مَا صَنَعْتُ أَبُوءُ لَكَ بِنِعْمَتِكَ عَلَيَّ وَأَبُوءُ لَكَ بِذَنْبِي فَاغْفِرْ لِيْ فَإِنَّهُ لَا يَغْفِرُ الذُّنُوبَ إِلَّا أَنْتَ.[1]

## ڇا اوهان هر نقصان کان بچڻ چاهيو ٿا؟

نانگ بلا وڇون ڦاڙيندڙ جانور ۽ هر قسم جي نقصان ۽ شر کان بچڻ چاهيو تہ هيءَ دعا ڏينهن ۾ صرف ٽي ڀيرا پڙهو.

بِسْمِ اللهِ الَّذِي لَا يَضُرُّ مَعَ اسْمِهِ شَيْءٌ فِي الْأَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاءِ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ.[2]

## ٻيو نسخو:

اگر هيءَ دعا صرف ٽي ڀيرا پڙهو تہ اوهان کي ڪابہ نقصانڪار شيءِ نقصان نہ پهچائيندي. اوهان الله جي حفاظت ۽ ضمانت ۾ رهندا.

---

[1] صحيح البخاري (8/67) سنن أبي داود (4/317) سنن الترمذي (5/467) سنن النسائي (8/279)

[2] سنن أبي داود (4/323) سنن الترمذي (5/465) سنن ابن ماجه (2/1273) مسند أحمد (1/498)

أَعُوذُ بِكَلِمَاتِ اللهِ التَّامَّاتِ مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ.[1]

## ڇا چاهيو ٿا تہ الله اوهان کي خوش ڪري؟

انسان تہ هرڪو چاهيندو آهي تہ الله ان تي راضي ٿي وڃي پر پاڪ پيغمبر ﷺ هي هڪ عجيب نسخو عنايت ڪيو آهي جنهن جي پڙهڻ سان الله ايترو تہ خوش ٿئي ٿو جو الله پاڻ اوهان کي خوش ڪندو. الله مٿان حق ٿي پوي ٿو جو اوهان کي خوش ڪري. دعا هي آهي. ٽي ڀيرا پڙهو:

رَضِيتُ بِاللهِ رَبًّا وَبِالإِسْلَامِ دِينًا وَبِمُحَمَّدٍ نَبِيًّا.[2]

## ڇا چاهيو ٿا تہ اڌوريون عنايتون مڪمل ٿين؟

يقينًا اوهان جا ڪي ڪم اڌورا هوندا. ڪي خواهشون اڻ پوريون هونديون. ڪي نعمتون نامڪمل هونديون. ڏکي پناهہ جا پردا پورا ڍڪيل نہ هوندا. هاڻي اوهان انهن کي مڪمل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ صرف ٽي ڀيرا صبح جي وقت هي دعا پڙهو:

اَللّٰهُمَّ إِنِّي أَصْبَحْتُ مِنْكَ فِي نِعْمَةٍ وَعَافِيَةٍ وَسِتْرٍ فَأَتِمَّ عَلَيَّ نِعْمَتَكَ وَعَافِيَتَكَ وَسِتْرَكَ فِي الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ.[3]

---

[1] صحيح مسلم (4/ 2080) سنن أبي داود (4/ 13) موطأ مالك (1/ 263)

[2] سنن الترمذي (5/ 465) سنن ابن ماجه (2/ 1273) مسند أحمد (31/ 4/ 3) السنن الكبرى للنسائي (9/ 209) مكارم الأخلاق للخرائطي (ص: 285) الدعاء للطبراني (ص: 115)

[3] عمل اليوم والليلة لابن السني (ص: 52) كنز العمال (2/ 168)

## ڇا اوهان معاملن جو حل چاهيو ٿا؟

حضرت عبدالله بن عباس ﷺ کان روايت آهي ڇيائين تہ رسول الله ﷺ فرمايو مون وٽ جبريل ﷺ ڪجهہ دعائون کڻي آيو. پوءِ ڇيائين تہ اوهان تي جڏهن ڪو دنياوي معاملو پيش اچي تہ انهن دعائن کي پڙهي پوءِ پنهنجي حاجت گهرو.

يَا بَدِيعَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ يَا ذَا الْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ يَا كَاشِفَ الْبَلْوَىٰ يَا أَرْحَمَ الرَّاحِمِينَ يَا مُجِيبَ الْمُضْطَرِّينَ يَا إِلَهَ الْعَالَمِينَ بِكَ أَنْزَلْتُ حَاجَتِي وَأَنْتَ عَالِمٌ بِهَا فَاقْضِهَا.

پاڻ ڪريم ﷺ اهڙي وقت ۾ هيءَ دعا بہ گهرندا هئا:

اَللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي فَإِنَّكَ إِنْ غَفَرْتَ لِي فَلَا مُعَذِّبَ وَإِنْ هَدَيْتَنِي فَلَا مُضِلَّ لِي وَإِنْ رَزَقْتَنِي فَلَا مُحْرِمَ لِي وَأَغْنِنِي بِحَلَالِكَ عَنْ حَرَامِكَ وَبِفَضْلِكَ عَمَّنْ سِوَاكَ.[1]

ڪا حاجت هجي يا ڪو معاملو حل ڪرائڻو هجي يا ڪا پريشاني هٽائڻي هجي تہ اهي دعائون گهرو، قادر قدير جي ڪرم سان هر معاملو آساني سان حل ٿي ويندو. هر پريشاني ڪافور بنجي اڏامي ويندي.

---

[1] الترغيب والترهيب للمنذري (1 / 275) الترغيب في الدعاء والحث عليه لعبد الغني المقدسي (ص 109) أمالي ابن بشران الجزء الأول (ص 246) الترغيب والترهيب لقوام السنة (2 / 138)

## ڇا اوهان غمن گوندرن کان نجات چاهيو ٿا؟

هر شيء شروعات ۾ ننڍڙي هوندي آهي پوء وڌندي آهي سواء مصيبت جي. اها اول ۾ وڏي هوندي آهي پوء ننڍي ٿيندي ويندي آهي. سو اگر ڪا مصيبت آئي آهي ته نه گهبرايو. هن نبوي نسخي تي عمل ڪيو. حضرت عبدالله ﷛ کان روايت آهي چيائين ته رسول الله ﷺ فرمايو جڏهن ڪنهن به ماڻهو کي ڪو غم يا ڏک پهچي ته اهو هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ إِنِّي عَبْدُكَ ابْنُ عَبْدِكَ ابْنُ أَمَتِكَ نَاصِيَتِي بِيَدِكَ مَاضٍ فِيَّ حُكْمُكَ عَدْلٌ فِيَّ قَضَاؤُكَ أَسْأَلُكَ بِكُلِّ اسْمٍ هُوَ لَكَ سَمَّيْتَ بِهِ نَفْسَكَ أَوْ عَلَّمْتَهُ أَحَدًا مِنْ خَلْقِكَ أَوْ أَنْزَلْتَهُ فِي كِتَابِكَ أَوِ اسْتَأْثَرْتَ بِهِ فِي عِلْمِ الْغَيْبِ عِنْدَكَ أَنْ تَجْعَلَ الْقُرْآنَ رَبِيعَ قَلْبِي وَنُورَ صَدْرِي وَجِلَاءَ حُزْنِي وَذَهَابَ هَمِّي.[1]

ته الله ان جون تڪليفون ۽ غم لاهي ڇڏيندو ۽ ان جي جڳهه تي ان کي فرحت عطا فرمائيندو. راوي چيو ته پوء عرض ڪيو ويو يارسول الله! ڇا اسان ان دعا جي هڪ ٻئي ۾ تعليم ڏيون؟ پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو ان شخص کي لائق آهي جيڪو اها دعا ٻڌي ٿو ته ان جي تعليم ڏئي.

---

[1] مسند أحمد (6/246) مجمع الزوائد (10/186) الترغيب والترهيب للمنذري (2/382)

## ڇا اوهان غيبي مدد چاهيو ٿا؟

حضرت انس ﷜ کان روايت آهي رسول الله ﷺ جي اصحابن مان هڪ انصاري اصحابي واپاري هيو ان جي ڪنيت ابومعلق هئي. پاڻ سندس تجارتي سامان ۾ هين جو تجارتي سامان کڻي ملڪن ۾ ويندو هيو. پاڻ امانتدار ۽ پرهيزگار هيو. هڪ ڏينهن سفر ۾ هيو تہ ڪيس هڪ چور ٽڪرايو جيڪو هٿياربند هيو. چيائين تہ پنهنجو سامان ڪڍ. آءُ تنهنجو سامان لٽنيدس ۽ توکي قتل ڪندس. چيائين اگر سامان گهرجي تہ کڻ. مون کي قتل ڪرڻ مان توکي ڇا ملندو؟ چور چيو تہ مال تہ منهنجو آهي پر مون کي تہ توکي قتل ڪرڻو آهي. چيائين اگر مون کي مارڻ ئي چاهين ٿو تہ پوءِ چار رڪعتون نماز پڙهڻ جي مهلت ڏي. چور چيو ڀلي پڙهہ. پوءِ ان وضو ڪيو ۽ چارر ڪعتون نماز پڙهيائين آخري سجدي ۾ هيءَ دعا گهريائين:

يَا وَدُودُ يَا ذَا الْعَرْشِ الْمَجِيدِ يَا فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيدُ أَسْأَلُكُ بِعِزِّكَ الَّذِي لَا يُرَامُ وَمُلْكِكَ الَّذِي لَا يُضَامُ وَبِنُورِكَ الَّذِي مَلَأَ أَرْكَانَ عَرْشِكَ أَنْ تَكْفِيَنِي شَرَّ هَذَا اللِّصِّ يَا مُغِيثُ أَغِثْنِي يَا مُغِيثُ أَغِثْنِي يَا مُغِيثُ أَغِثْنِي.

اها دعا ٽي ڀيرا گهريائين. اچانڪ هڪ گهوڙي سوار نمودار ٿيو ان جي هٿ ۾ ڀالو هيو.

جڏهن چور جي ان مٿان نظر پئي تہ سان وڙهڻ لاءِ آيو. تہ گهوڙي سوار ان کي هڪ ئي ڌڪ ۾ قتل ڪري ڇڏيو. هن پڇيو تہ منهنجو ابو امان توتان قربان تون ڪير آهين؟ الله تنهنجي ذريعي منهنجي مدد ڪئي آهي. ان چيو آءٌ چوٿين آسمان جو ملائڪ آهيان جڏهن تو پهريون ڀيرو اها دعا گهري هئي تہ مون آسمانن جي دروازن ۾ ڪڙڪاٽ ٻڌا. وري تو ٻيو ڀيرو اها دعا گهري تہ مون آسمان وارن جي چيخ ۽ پڪار ٻڌي. وري جڏهن تو ٽيون ڀيرو اها دعا گهري تہ مون کي فرمايو ويو تہ مشڪل زده ماڻهو پڪاري رهيو آهي مون الله کي عرض ڪيو تہ مون کي ان ظالم چور جي قتل جي اجازت ملي. تہ مون کي اجازت ملي ۽ مون اچي ان کي قتل ڪيو.

حضرت انس رضي الله عنه چيو تہ ٻڌو جيڪو بہ ماڻهو وضو ڪري پوءِ چار رڪعتون نماز ادا ڪري ۽ پوءِ اها دعا گهري تہ سندس دعا قبول ڪئي ويندي. مشڪل زده هجي يا نہ هجي.[1]

[1] قَالَ أَنَسٌ فَاعْلَمْ أَنَّهُ مَنْ تَوَضَّأَ وَصَلَّى أَرْبَعَ رَكَعَاتٍ وَدَعَا بِهَذَا الدُّعَاءِ اسْتُجِيبَ لَهُ مَكْرُوبًا كَانَ أَوْ غَيْرَ مَكْرُوبٍ مجابو الدعوة لابن أبي الدنيا (ص: 27) الترغيب في الدعاء والحث عليه للمقدسي (ص: 105)



Scanned by CamScanner

## ڇا اوهان غم غلط ڪرڻ چاهيو ٿا؟

ته وڃو ڪنهن دلي دوست سان ڪي گهڙيون رهاڻ ڪيو.

حضرت عمر عادل رضي الله عنه فرمايو آهي ته:

لِقَاءُ الْإِخْوَانِ جَلَاءُ الْأَحْزَانِ.[1]

دوستن جو ديدار لاهي ٿو غمن جو غبار.

دوستي ڇتيءَ وانگر آهي. جيئن جيئن مينهن تيز ٿيندو تيئن ان جي ضرورت زياده ٿيندي.

اگر اوهان سان ڏهه لک ماڻهو پيار ڪن ٿا ته آءٌ به انهن مان آهيان. اگر اوهان سان صرف هڪ ماڻهو محبت رکي ٿو ته اهو آءٌ آهيان. اگر اوهان سان هڪ به محبت نه ٿو ڪري ته سمجهو آءٌ مري ويس.



[1] أدب الدنيا والدين (ص: 161) الموشى - الظرف والظرفاء (ص: 26)

## ڇا اوهان روزي جي ڪشادگي گهرو ٿا ؟
## ڇا اوهان بري موت کان بچڻ چاهيو ٿا ؟

اڄڪلهہ رزق ۾ تنگي جي شڪايت عام ٿي وئي آهي. هر ڪنهن جي رڙ آهي تہ پوري نہ ٿي پوي، ان تنگي جا گهڻائي ڪارڻ آهن انهن مان هڪ خاص سبب هيءُ بہ آهي جو ماڻهن مائٽيون ڇني ڇڏيون آهن. صلہ رحمي جو جذبو دلين مان نڪري ويو آهي ان ڪري رزقن ۾ تنگي اچي وئي آهي. هاڻي اگر اوهان پنهنجي رزق روزي ۾ برڪت آڻڻ چاهيو ٿا تہ ان جو نبوي نسخو پيش آهي. ٻيو تہ اڄڪلهہ حادثات عام ٿي رهيا آهن. ڪي ڪي ماڻهو مرڻ بعد ان حال ۾ هجن ٿا جو ان جو چهرو بہ ڏسڻ جي قابل نہ هوندو آهي. هاڻي اگر اوهان عزت وارو موت چاهيو ٿا ۽ بري موت کان بچڻ چاهيو ٿا تہ اوهان صلہ رحمي ڪيو. مٽن سان مائٽيون گنڍيو. حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

مَنْ أَحَبَّ أَنْ يُبْسَطَ لَهُ فِي رِزْقِهِ وَيُنْسَأَ لَهُ فِي أَثَرِهِ فَلْيَصِلْ رَحِمَهُ.[1]

جو ماڻهو رزق جي ڪشادگي چاهي ٿو ۽ چاهي ٿو تہ ان جو موت پوئتي ڪيو وڃي (ان جي عمر ۾ برڪت وڌي وڃي) تہ ان کي صلہ رحمي ڪرڻ گهرجي.

---

[1] صحيح البخاري ج 18 / ص 386، صحيح مسلم ج 12 / ص 411، شعب الإيمان للبيهقي باب في صلة الأرحام ج 16 / ص 473. الرقم 7713، السنن الكبرى للبيهقي ج 7 / ص 27.

مستدرڪ حاڪم ۾ حضرت مولا علي ڪرم الله وجہ الڪريم ڪان روايت آهي تہ رسول اڪرم ﷺ فرمايو تہ "جنهن ماڻهو کي اِها ڳالهہ وڻي ٿي تہ ان جي عمر ۾ برڪت وڌي وڃي ۽ ان جو رزق ڪشادو ڪيو وڃي ۽ ان ڪان برو موت ٽاريو وڃي تہ ان کي گهرجي تہ الله ڪان ڊڄي ۽ صلہ رحمي ڪري."[1]

## ڇا اوهان هر مرض جو علاج چاهيو ٿا؟

تہ پوءِ حبة السوداءَ (ڪلونجي) جو گهڻو استعمال ڪيو. نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ: "تو تي ڪلونجي جو استعمال ضروري آهي، موت ڪان سواءِ هر بيماريءَ جي علاج ڪلونجي ۾ آهي."[2]

ڪلونجي کي "حبة السوداء" يا "شونيز" بہ چوندا آهن.

ان کي گرم ڪري سنگهڻ سان دائمي نزلو زڪام ختم ٿي وڃي ٿو.

لڳاتار کائڻ سان چِتي ڪتي جو کاڌل کي بہ شفاياب ٿئي ٿو.

دماغ جا چڪر، گهبراهٽ، پيٽ جي پرتي، زڪام، اڌ رنگ، ويسر، ڪنگهہ، سيني جو درد الغرض هر بيماريءَ جو علاج ڪلونجي ۾ آهي. قرآن پاڪ ياد ڪرڻ وارن جي حافظي تيز ڪرڻ لاءِ صبح جو نيرانو پيٽ تي ڪلونجي جا داڻا کائڻ ڏاڍو مفيد آهي. شگر وارو ست داڻا نيرانا کائي تہ شگر ڪنٽرول ۾ رهندي.

---

[1] المستدرك على الصحيحين للحاكم (ج 17 / ص 127)

[2] سنن الترمذي (ج 7 / ص 355) صحيح مسلم (ج 11 / ص 235) سنن ابن ماجه (ج 10 / ص 250) مسند أحمد (ج 15 / ص 283)